# سچل سرمست



مهتمم

آغا غلام نبي گل حسن خان (صوفي)

(حڪيم حاذق)

شڪارپور



دفعو ٻهراون ڪاپيون ٥٠٠

١٩٣٣ع



قيمت ٠-٠-٥

---

سچانند ليوتندرام ٺاريجا شيام سندر بجلي پريس
شڪارپور ۾ ڇپيو

# ڪلجڳ ۾ عشق جو اوتار



سخي سلطان شاه دراز



Printed by :— Sachanand Newandram Talreja,
at the Shyam Sunder Printing Press,
Lakhi-gate, Shikarpur.
and
Published by Hakim G. G. Agha Sufi
Municipal Road, Shikarpur Sind.

# فهرست



## صورتخطيءَ ۾ انقلاب

فاضل، ڪل، قاسم ۽ ٻين جهونن شاعرن جو شعر ۽ پراڻن مصنفن جون تصنيفون، ثابت ٿيون ڪرن ته سنڌي ٻوليءَ جي اصلوڪي جهوني صورت خطي جو ٺاٺ، جهوني رواج موجب ان وقت جي ملن ۽ آخوندن جو تيار ڪيل آهي. انهيءَ صورت خطي جي سٽيندڙن صرف نهو ته ڇڏيو پر لفظن جي تلفظ (اچار) طرف به ڪيڏو توجه ڪي ڏنو آهي. جنهن ڪري ڪيترا لفظ قدرتي طرح زبان جي صحيح تلفظ جي دائري کان ٻاهر رهجي ويا آهن. گرچ ڪئپٽن سٽئڪ جي هلندڙ سڌريل صورت خطي، جنهن کي رواج ۾ آئي اٽڪل ۸۰ سال ٿيا، انهيءَ اوائلي صورت خطي تان اهو پراڻو پوش پٽي پري ڪيو آهي. جنهن ڪري جهوني ۽ نئي صورت خطي جي وچ زمين ۽ آسمان جيڏو فرق نظر اچي ٿو. تڏهن به اڃا ٽائين ڪي اهڙيون نامعلوم هيٺ مٿاهيون منجهس رهجي ويون آهن جن کي ڪڏهن پٽ پڌر ڪرڻ لاءِ البت گهڻو ويچار گهرجي. سڀ سچا ۽

سليس آهن ۽ انهن کي سليس ئي سمجهي
چشم پوشي ڪئي وئي آهي. حقيقت ۾ اهڙا نقص
سنڌي لٽريچر تي هڙي سڌريل زمانې ۾ بدنما
داغ آهن. اهڙي کوجنا ڪري، جيڪڏهن سنڌي
ٻوليءَ کي وڌيڪ پاڪ ۽ صاف ڪبو ته اهو نه رڳو
سنڌي ساهت تي احسان ٿيندو پر ويچارن شاگردن
کي ڪيتري قدر نه سهوليت پراپت ٿيندي،

**مثال**

(١) "ه" (٢) "ء"

پهرين لفظ "ه" جي عام هجي آهي ه دو زيري
ٻ، يا ه هيٺ ٢ اپيون ليڪان "ه" (مين)
ٻي لفظ "ء" جي هجي آهي الڊو زيري "ء"
يا ء هيٺان ٻه اپيون ليڪان (آنء) هاڻي ٿورو
ويچار ڪبو ته غلطي ظاهر ٿي پوندي. يعني ٻنهي
لفظن جو تلفظ مختلف معلوم ٿيندو. هڪڙي جو
ٿيندو "مين" ٻي جو ٿيندو "آنءِ" جنهن صورت
۾ ٻنهي اکرن جي هجي ساڳي "دوزيرن"
(ٻن اپين ليڪن) سان آهي، تنهن صورت ۾
انهن جو تلفظ (اچار) ٻه ساڳيو شرط گهرجي ۽
نه مختلف.



ساڳي طرح "ساءِ" "ڌاءِ" لفظن ۾ آيل "ء"
هيٺان ٻه زيريون (ٻه سنيون ليڪون) آهن.
جن جي هجي سنڌي هجي جي قاعده موجب
(سائين ۽ ڌائين) ٿيندي. اهڙي صورت خطي ها
لفظ درسي ڪتابن ۾ البت گهٽ آهن مگر ٻين
گهڻن معتبر ڪتابن ۾ عام جام نظر اچن ٿا. جن
جو اثر ڪتب نويسن، ايڊيٽرن ۽ خود ماسترن تي
پئجو وڃي. هن ڪتاب ۾ شرط آئينده جي
صفائي تائين اهڙي صورت خطي ڪم آيل آهي.
ڇاڪاڻ ته غلط العام صحيح آهي. شاگردن کي مٿين
لفظن جي رڳو صورت سمجهائي وڃي ٿي، ته هي
"ه" جي صورت آهي، هي "ء" جي ۽ هي "ساءِ"
جي؛ ۽ انهن لفظن جي اها هجي سنڌي هجي جي
قاعدي موجب غلط آهي. هن سمجهاڻي بعد پڙهندڙ
جيڪڏهن مٿي ذڪر ڪيل ٽنهي لفظن (ه-ء-ساءِ)
جي آوازن ۽ هجي تي البت غور ڪندا ته سمورو
فرق معلوم ٿي ويندن ۽ اسان جو اعتراض جائز
۽ برابر نظر ايندن. جيڪڏهن ڪو صاحب ڪهن
ڏاريءَ ٻوليءَ جو ڪو قاعدو ٻي فائدي ڇڪي تاڻي
زوري لڳائي "ڪاتي ڳچا ميندي لائڻ ڏيءَ" وارو

## تفصيل





## سرن جي ترتيب

راڳ ۽ سرن بنسبت مٿي ڪجهه مختصر حقيقتون ڏني وئي آهي. پڙهندڙ کي گهرجي ته هنن سرن ۽ بيتن جي مطالعي کان اول، مٿي ڏنل راڳ وارو باب نظر مان ڪڍي، ته پوءِ البت هنن سرن جي اختصار مان ۽ پڻ هنن بيتن ۽ ڪافين مان وڌيڪ حظ حاصل ڪري سگهندو.

مخلوقات جي زندگيءَ جو مجازي معاملو، صبح جي وقت مجازي موت، يعني ننڊ مان سجاڳ ٿيندي شروع ٿئي ٿو. تنهنڪري قدرتي طرح انهيءَ ويل، ڇا انسان، ڇا حيوان، ڇا پسو، ڇا پکي، انهيءَ رچڻهار جي رچنا، ۽ قادر جي قدرت جا عجيب نظارا ڏسي، پرڻ پرڻ جو پريمي پرلاڏن سان گڏجي پريءَ جا اول گڻ ڳائي، پوءِ وڃي پنهنجي دنيوي دور ۾ منهن وجهي. اها ته سڀ کي سڌ آهي ته انهيءَ گهير جا گيت

هر ڪو ڏي ويلي، آسا جي منڙي، نماڻي ۽ سليم سر ۾ پيو ٻوليندو آهي. تهنڪري بهتر اين ۽ ڏٺو ويو ته هتي صوفي سالڪن، اسانکي انهيءَ سهڻي سائين جي سڪ وارو جو سلسلو بي وقت بوقت سليو آهي، سو ساجهري صبح ويلي اٿي، انهيءَ من موهيندڙ آسا جي دلڪش سر سان آلاپي، پهنجي من کي شانتي ۽ آنند بخشيون. اهوئي سبب آهي، جو اسان سچل سرمست جو هي نئون رسالو آسا جي سر کان شروع ڪيو آهي. راڳ جي ڪتاب ۾ ڪيل ذڪر موجب، هر هڪ سر کي سندس وقت ۽ واري پرماني، رسالي ۾ جاءِ ڏني وئي آهي. هن رسالي ۾ ڪهن ٻه اهڙي سر جو نالو نظر نه ايندو جهن سر جو بيان ڪهن ٻه هندي يا سنڌي راڳ جي پستڪ ۾ آيل ڪونه هجي، جيئن ته شاه جي رسالي ۾ ڪي اهڙا سر ڏيکاريل آهن.

مثلاً سر ڪاپائتي، سر سامونڊي، سر ماروئي وغيره. انهن سرن تي، منجهن آيل ذڪر موافق نالو پيل ٿو ڏسجي. درحقيقت اهي سر راڳ جي قاعدي موجب سرن ۾ داخل ڪين آهن؛ نه وري ڪهن ٻه شرح لکندڙ صاحب انهيءَ طرف ڪو غور فرمائي شاه جي رسالي کي انهيءَ عيب کان آجو ڪيو آهي.



## سر آسا

گائن وديا جي معتبر پستڪن ۾ آيل آهي ته آسا هڪ راجا جي ڌيءُ هئي، جا رات ڏينهن ايشور جي ڀڳتي ۾ مشغول رهندي هئي. هن شاهزاديءَ جي عادت هئي جو هميشه ڏي ويلي اٿي، پهنجي مٺي ۽ من موهيندڙ آلاپ سان انهيءَ پرميشور جي ڀڳتيءَ جا ويهي گيت ڳائيندي هئي. جهن سر ۾ شهزادي آسا، صبح ويل گيت ڳائيندي هئي انهيءَ سر تي سندس نالو (آسا) پئجي ويو. راجڪماري آسا جي تصوير نماڻي پر گنڀير، طبع ۾ عاجزي ۽ ادب، دل ۾ الاهي عشق جو درد دکيل هيس. آسا جي حليه ڏيڻ جو مطلب اهو آهي، جو راڳ جي استادن جو قول آهي، ته راڳ ۾ جيسين ٻن ڳالهين جو خيال نه ڪبو تيسين نه ٻڌندڙن تي راڳ جو اثر پوندو ۽ نڪي وري پاڻ ڪيءَ پريم پيڙ پوندو. اهي ٻه ڳالهيون هي آهن. هڪڙو ته

استادن راڳ جا جيڪي وقت مقرر ڪيا آهن، انهن مان هرڪ راڳ پنهنجي انهيءَ مقرر ڪيل وقت تي ڳاتو ويندو، ته پنهنجو تاثير نه رڳو ٻڌندڙ ۽ ڳائيندڙ جي دل تي پيدا ڪندو، بلڪ ڪائنات تي اهڙو تاثير تو پيدا ٿيو پوي، جو بعضي قدرت جي پردي تي عجيب نيشان ظاهر ٿيو پون، جهڙيءَ طرح سارنگ جي ڳائڻ سان بادل برسڻ لاءِ بيٺجيو اچن. ديپڪ جي ڳائڻ سان آتش جا آلاڙا پيو پون وغيره. ٻي ڳالهه هي آهي، ته راڳ جي ڳائڻ وقت جيڪا شڪل انهيءَ راڳ جي مقرر ٿيل آهي، اها تصوير تصور ۾ ويهاري، پوءِ اهو راڳ شروع ڪرڻ گهرجي، جهن جو تاثير سچ پچ طرفين تي طرحين طرحين طريقن سان پوي ٿو. آسا جي ڳائڻ جو وقت صبح جو سويرو ٦ کان ۹ بجي تائين آهي.

آسا جو لباس سفيد پر اُجهو ۽ چمڪي سان آهي. آسا جو عشق حقيقي آهي ۽ نه مجازي.





# حق موجود

## خيال اول

(وحدت = هيڪڙائي)



سر آسا

✓ (١)

اول پيري پيچ – سچل بند خيالات جا
تهن پڄاڻو وچ – حلا جي حيرت ۾.

✓ (٢)

اول گمراهي – آهي رباني راه ۾
تهان پو ممراهي – آهي هدايت جي.

✓ (٣)

اول هدايت – ڄاڻڻ سان ڄاڻيج
زياده ضلالت – آهي انهيءَ وچ.

( ٤ )

قدر هدايت جو، منجهه آهي ضلالت
جي پڻ ضلالت نه هجي، ته ڪا ٿي هدايت
سچا صداقت - ڀِڃي ۽ ڀڃڪڙ جي.

( ٥ )

الله چاڻ نه انڪي، جي مڙيوئي حق
ذاتي سچل شڪ - جو معلوم ٿيو مرشد ڪان.

( ٦ )

معلوم ٿي مرشد ڪان، ٻي جا ڳجهي ڳالهه
من جي چا مجال - هو ليڪي ٿن سين.

( ٧ )

جي ادب ڪان نڪري، سيئي ٿيا الله
من وڃائي راهه - هو ها جي ۽ سڄي وياءِ.

( ٨ )

جي تو ادب آ - ته ڀنڌا اڏڻ ڀنڌي وڏين
ڪال نه پيڙئي ڪا - اصولي اسرار جي.

( ٩ )

ادب اٿي اوت - اوت ته اڳاهون ٿئين
مار نغاري چوٽ - عاشق انا الحق جي.



( ١٠ )

پٺي ڇيچ نه چال - مجهه تماشي نه پوين
کهوٽ ڪري تون ٻاڻ ڪي، ڪر هنڪامون هل
ستگر سچ سڏايو سچل قربون ڪل
پول نه ٻي ڪهن پال - ونج حال حلاج جو.

( ١١ )

پٺي ڇيچ نه چال، سچا ٿي تون کهوٽ
مرد نه هڏان موٽ - پٺي لائي ڇڄڙي.

( ١٢ )

حڪم هاي ٿو جهن سان، سو ڪر پيدا پاڻ
حاڪم ڪي محڪوم سان، سچا سلا ڙهج ساڻ
صورت سا سچاڻ - موءِ ڪري مورت ڪي.

( ١٣ )

دين ڪفر دال دام - ڏج مڙيوئي موج ۽
تهان ٻوءِ حڪام - مرجا سچا تهنجو.

( ١٤ )

جي مڃين ته آدمي، سي نه مڃان مان
سچو آهيان آءُ جو پانهو ٻي جو نه ٿيان.

( ١٥ )

ڪلمي مونکي ڪين ڪيو، مورون مسلمان
نڪي احمد موڪليو عرب ڪان ايمان
سچو سو سچان - ٻو آدمين ليکي آدمي.

( ۱۶ )

ڪلمو پڙهان ته ڪافر ٿيان، ڪهران نه الهيءَ ڪهير
جا ڏي راھ رسول جي، تا ڏي پايان نه پير
جي من مان ڪڍان نه مير - ته حضور حاصل ٿئي نه ٿئي

( ۱۷ )

ڪهيءَ نه وات هواء جي - آءُ ڪا تقليد
تحقيقا توحيد - آهي راھ رسول جي.

( ۱۸ )

مات ڪريان ته مشرڪ ٿيان، ڪڇان ته ڪافر
الهيءَ وائي ور - سمجهي ڪو سچو جوڳي.

( ۱۹ )

هڪ سفر ساعت - ٻيو سفر سال
ٻهريون تا راحت - ٻيون تا ٻوءِ رهيو.

( ۲۰ )

جڏهن ويهن ڪرڪر، خاصو ڪري خيال
تڏهن فرق وارا في الحال - بعد پڇڪ لڌئي ۾ جهر.

( ۲۱ )

جي فڪر ڪان فارغ ٿيا، ٿيا دنيا ڪان دور
سچا سي حضور - آءُ ته ڳڙهيون ڳالهڙيون.



( ۲۲ )

تون هي سان تون هي ليين - مون ليان تو ساط
تون هي آءُ سيهين - لاهِ موجودات ٿيا.

( ۲۳ )

جي تو جا تو ٻاط - ته آءُ ڪو ٻيو آهيان
ڪنده غرق ڪمان - ڳهلا الهيءَ ڳالهه ۾.

( ۲۴ )

بيرنگي مان رنگ - پسي جو پيدا ٿيو
ظاهر ۾ ٻيو رنگ - موسيٰ ۽ فرعون جو.

( ۲۵ )

تو جا پاڻي موج - سا مڙيو ئي مهراڻ ٿي
هي انهن جا اوج - جن سنبت سوري ڏار ڏي.

( ۲۶ )

ڪڏڪا مسجد تڪيو، ڪڙڪا ٺڪو
ڏاتي ٿين ڏاڪو - جاتي مون تون ناه ڪا

( ۲۷ )

بود چڏي نابود ٿيا، سا مون سا ماڻي
ڏا ڪيا ڏاڻي - جا ڏي مون تون ناه ڪا.

( ۲۸ )

آچيا اول لاءِ - ٻوءِ ڪمت جو پنڌ ڙو
جڏهن ڏي ڪمت جاءِ - پهچين تڏهن حد ڪي.

(٢٩) ✓

سڪ سچي ڪان ڪونڪو، سبق سور سکن
اکر لکن نه دل تي، تا ڪاغذ ڪارا ڪن
مس ڪاري جان من کي، تا ڪاري ڪارو ڪن
مدعا جنهن مام جي، تهن و ياجهو ڪين وڃن
تا ڏي ڪن نه ڪن - جو فرمودو فائق جو.

(٣٠) ✓

جو فرمودو فائق جو، تا ڏي ڪن نه ڪن
وفي انفسڪم افلا تبصرون، ويسه نا وسهن
فڪر ڪن نه فنا جو، بقا کي نه ٻڇن
معنيٰ تن جون طرح سان، ڪڙي ٻي چون
پڙهي پرجهي علم تي، عمل نه آڻن
هنيا لاءِ حورن - عاشق عقبيٰ جا ٿيا.

(٣١) ✓

سوريه سارو ابر ۾، اوٺين ڪين لڪو
انڌي ساط انڌو هٿي پيا ڪڏ ۾.

(٣٢) ✓

غوطو مارج اوچتو، منجهه قلزم ڪارونڀار
زمين زمن آسمان، اندر آب وسار
دائم دم گذار - طالب ٿي تاريڪ ۾.



(٣٣) ✓

مذهبن ملڪ ۾، ماڻهو منجهايا
شيخي پيري، بزرگي، بيحد ڀلايا
ڪي نمازون نوڙي پڙهن، ڪن مندر وسايا
اوڏا ڪين آيا - عقل وارا عشق کي.

(٣٤) ✓

ڪي ڏا چون سوف، ڪي ڏا چون سيب
ان ۾ ڪهڙو عيب - ڦل مڙيوئي هيڪڙو.

(٣٥) ✓

محبت جي مهراط مان، جي ملا چاش چکين
ته ڪنز قدوري ڪافيا، پڙهين ڪين لکين
رحل سڀ سٽين - ملا مسجد ڪنڊ ۾.

(٣٦) ✓

طالب الدنيا مونث، محبت ناهي جن
طالب العقبيٰ مخنث، مرد نه سي چئجن
طالب المولیٰ مذڪر، رسيا ۾ رمزن
الفقر خزينه، بعضن کي بخشن
الفقر فخري ڏسو، منجهه آيو حديثن
الفقر لايحتاج سان، پيو ڏنائون ڏن
فقر فقيرن - اصل اهو اختيار ڪيو.

(٣٧)

اصل اهو اختيار، ڪيو فقر فقيرن
القدر خير و شر، اوڏا هون جا ڏٺن
لاموجودات الا الله، حاضر ڪيو وتن
ٻئي جهان ڦٽا ڪيو، ٽا تين جهان وچڙ
لاهوتي لنگهن — محبت جي ميدان مان.

(٣٨)

محبت جي ميدان مان، لاهوتي لنگهن
آديسي ارمان ۾، گهوما ٿيا گهمن
لنگهي هليا حال ڪان، نڪي ڦار ڪهن
ٻاتڻ نه ٻهر وجهن — مچ مچايو من ۾.

(٣٩)

مچ مچايو من ۾، ٻاتڻ نه ٻهر وجهن
وتن ويڳاڻا ورهه ۾، نيڻين ننڊ نه ڪن
سڏ ڪا سيڻي سوز جا، ٻئي رات ٻرن
پهنجي پر ۾ ٻاڻ ڪي، ٽا پرتيون پڇائن
سکيو سا ميٺڙن — عشق اهو سڀ آئي ڪان.

(٤٠)

عشق اهو آئي ڪان، سکيو سا ميٺڙن
عاشق مٺان آگهه جي، او لا را ڏين
ٻنهي ٻاه عشق ۾، سڀ ورن سڙن
اڇيو پون آزاد ۾، سر جو سانگه نه ڪن
لائق لعل ٿين — ڪامي لهسي لوسچي.



(٤١)

ڪند اوندي اوريج — اڻئي ٻهر عجيب ڪي
اڇن اوچاڳن ۾، عيمان اوچاريج
اصلون ڪين ڪهيج — ظاهر هن زبان سان.

(٤٢)

مرط ڪنان جي اڳي مٽا، مان ڪي ڪين مچن
دشمن دوست ڪ ڪيو، گوه ڙيا ڪڏجن
وحدت جي وادي ۾، دانهه دم ڏرن
تون مان وڃائي وچ مان، پهنجو ٻاڻ پسن
هادي مريد هڪ ٿيو، تفاوت نه ڪن
ڏائين ڏس نيڻن — صورت مورت هڪ ٿي.

(٤٣)

صورت مورت هڪ اٿي، ڏائين ڏس نيڻن
اکيون ڪن زبان هي، وچان جڻن وڃن
ٽپ ٽپ لائي توبا اُهي، توبئ منجهه ٽبن
ٻاڻي جي ٻاڪائي سان، ٻاڻي ٻاڪ ٿين
اڻئي پهر اڇ ۾، عاشق ڪم رهن
سالڪ سمجهائن — مامن سان ماڻهن ڪي.

(٤٤)

ٻاڻ پڙهج ٻاڻ ٻهج، ٻاڻ ئي سجدو ڪج
ٻول نه ٻيو ٻانڇج — ڪافر مومن هڪ ٿيو.

( ٤٥ )

اول ڪفر پوءِ محيط، پوءِ منجهه اسلام
ملا سمجهين ڪين ڪي، تون محبوبن جي مام
ڪهڙي ڪلام — ديکي نقصون نگريا.

( ٤٦ )

اديون آدم ناهيان، فلڪ نه آفلڪن
خيالون اچي اوچتي، خلل وڌم خلقن
ناهي ميسر ملڪن — اها امانت عشق جي.

( ٤٧ )

ناهي ميسر ملڪن، اها امانت
خامن خيانت — وڌي اچي عشق ۾.

( ٤٨ )

حد ۾ وڃي ڊڪو، لاحد وڃي پير
سچو سو فقير — جو حد لاحد لنگهي وڃي.

( ٤٩ )

جاڏي ڪيا ڙي — سجدو تاڏي نه ڏٺي
جاڏي مهاڙي — سجدو تت صحي ٿيو.

( ٥٠ )

جتي ماڻهن ميڙ، آءُ تتي ناهيان
سسي سڏيان — پٺيءَ شاهه حلاج جي.



( ٥١ )

جي تون تجريد — تا آئين نه تفريد ۾
ڪاٿي ٿي توحيد — ڪاٿي ڪثرت ڪل جي.

( ٥٢ )

پسي پٽ پليوس — تا آءٌ آدمي آهيان
وڃان جان ويوس — ساڃيو سچو آهيان.

( ٥٣ )

پياٿي پاڻهپ ڇڏ — سچا آءٌ احديت ۾
لحمون دمتون لڳ — تہ پاڪائي پاڪ ڏٺي.

( ٥٤ )

جهڙو پايم پاڻ کي، تهڙو آهيان آءٌ
باقي رهيو ناءُ — سچو مون صاحب جو.

( ٥٥ )

تو بي ڪين اڇو، ٻي ٻي ڪين ويو
نفي ۽ اثبات ڪان، پوري پختو پيو
سچل سچ ٿيو — ٻي پاڻهپ ٻولي ناهه ڪا.

( ٥٦ )

جي اچين تا اچ — نہ تہ مت ٻورن ٻاڙيو
محبت پاريو مچ — سيني ۾ سچل جي.

(٥٧)

ڇري ڇري ۾ ڇوُ، ڇريو آهي لوڪ
جو ڇريُ لڳو ٿوڪ - سو سچل آهه نه سپ ڪهن

(٥٨)

سچل سارو سچ ٿيو، منجهان ڪثرت ڪل
الف مان آدم ٿيو، ڪري هنڪا مون هل
هندو مومن هڪ ٿيو، ٻول نه ٻي ڪهن ڳل
خلق الاشيا فهو عينها، اهو آڻ عمل
ٿيج ڪلابي ڪل - مرماري منصور جان.

(٥٩)

قلبي ۾ نه قرار - آهي عاشقن کي
روحي الکـ رلايا، نه نفي نفع دار
سري سو وڃايا، خفي ڪيا خوار
اپر اخفا ڏه ڪو، طالب کي تڪرار
رئي پرو ڙڻ پا منجهي، ٿيو شيطاني شڪار
سهڙي هي سنسار - سارو پاڻ صحي ڪيو.

(٦٠)

قدر ڄاڻي پا منجهو، ڪڍ ٻاهپ سند و ٻول
نکت وارو تول - تو نکر ساڻ ٿتي پئي.

---

قلبي ۽ نفسي (بيت ٥٩ سٽ ١ ۽ ٢)



(٦١)

جا نه چوڻ جهڙي، سا مون چوان ڪيئن
قصو آهي جيئن - هي ۽ هو ٿيو هيڪڙو.

(٦٢)

پاڻ وڃائي پاڻ - ڳولي لهج پاڻ کي
پاڻ منجهائي پاڻ کي، ٻوندي ڄاڻ سڃاڻ
مکڻ آکر هڪڙو، سوئي ڪير سڃاڻ
اڏو اُتي اهڃاڻ - گهڻا انهيءَ ڳالهه جو.

(٦٣)

هتي ڪير هياس - آيس هتي ڪير ٿي
هتڙي ڏالو ٻيو هيو، نان ۽ نتين هت ٿياس
عاشق ٿي آياس - نه ته هيس معشوقي مام ۾.

(٦٤)

هيس معشوقي مام ۾، عاشق ٿي آياس
اڇڻ نه هو هت منهنجو، خواهش هڪ ڪنياس
حسن سندي هوس هوئي، جهن هت هيرياس
وڃان آءُ وياس - سچو ساڳيو سچ ٿيو.

(٦٥)

ٿيو ٻاري سچ کي، ٿي ڏاڍين ڏنو
هڪوهن هوا سند و، منين ڪن ڪنو
ڪتو ۽ مندو - ڇڙين ساڳي ڇت ۾.

(۶۶)

عشقون ٿي انسان — آيو سيلاني سير تي
صورت ۾ آدم ٿي، آدم ۾ مهمان
سچا تون سلطان — سٽڪر سچ سڏايو.

(۶۷)

سٽڪر سچ سڏايو، سچا تون سلطان
تنهنجو شاهي شان — ڀانئين ٻولي ناهه ڪا.

(۶۸)

تون ئي مالڪ ملڪ جو، ٻاهو ٻانءِ ۾ ٻاڻ
لاخير ني عبيدي، آهو اتي اهڃاڻ
صورت منجهه سڃاڻ — ٻاڻ پنهنجو پاڻهي.

(۶۹)

پاڻ پنهنجو پاڻهي، صورت منجهه سڃاڻ
الله الله چو چوين، پاڻ ئي الله ڄاڻ
تون ئي پڙدو، تون ئي ڏسندڙ، شاهد آهي قرآن
ناهي شڪ گمان — سچو ساءِ هيڪڙو.

(۷۰)

سچو ساءِ هيڪڙو، ناهي شڪ گمان
پنهنجو تماشو پاڻ ڏسي ٿو، صورت منجهه سلطان
ڪاٿي پڙهي پوٿيون، ڪاٿي پڙهي قرآن
ڪٿي عيسائي ڪٿي احمد، ڪاٿي هنومان
حيرت ۾ حيران — پنهنجو وڃئين پاڻ کي.



(۷۱)

فارغ ٿين نه فراق کان، ويجها ڪين وصال
ڪم ڪيڻ کان ڪم ٿيا، تڪا سرت سنڀال
اتي قيل نه قال — صم بڪم سي ٿيا.

(۷۲)

ناهين مالڪ ملڪ جو، مالڪ اڳي پيا
پيرا پرائين اوچتي، پيهر منجهه پيا
ڏورائتا ٿيا — ڪولاڙن کهريتڙا.

(۷۳)

وقت اها ٿي ويل — دوئي دور ڪرڻ جي
ڪي مذاهب من مان، ساجهر ساڻ سويل
هندو مومن سان ملي، محبت جا ڪر ميل
متان ٿئي اويل — اولهه سج نه الهي.

(۷۴)

اولهه سج نه الهي، متان ٿئي اوير
ميڙي وينده مغربي، تاريڪي ۾ تير
چڙي وينده چورين، ڏونيون سنڌا ڏيو
مرد ڏيسن ڏاڍام ۾، ماٺيڪي مٿير
وڃه اٿي وڃه پاڻ ۾، هيڪڙائي جي هير
نا سودي نا خير — لپٽ پوءِ نابود ڪر.

( ٧٥ )

مڪري ڏٺم موج ۾، تهن ۾ مير ملاح
مڇيون مارين اوچتي، ٻانڪا بي پرواه
لهر بحر جا حاڪم چاڙهي، شوريا وطن شاه
هند ۽ سنڌ تي فلڪ نر آڏن، مارن ملڪ سپاه
وائڙا ڪن ڌن متان، ويچارا ويساه
آسرا اڏيئن جا، آهن منجهه الله
ڏيئي پاند پناه — ڙڪي وڃندو راڄ ڪي.

( ٧٦ )

نيري گهوڙي لفرو، اولاهون ايندو
ڏلو ڏاهيرن جو، ٿهوڙي نيندو
سڄي ڪري سنڌڙي، واهوڙو ويندو
ٿيان ڀوءِ نيندو ..........................



---

شوريا وطن ( بيت ٧٥ سٽ ٣ )



## ڪافي

نه مان پير نه مريد — ساري فڪر جو فقير
نه مان حاڪم نه مان ظالم — آهيان امن جو امير
نه مان طاعت نه مان تقويٰ — آهيان ورد جو وزير
نه مان گهٽ نه مان گهڻو — آهيان عشق جو اسير
نه مان ڪچو نه مان پڪو — آهيان دوست لاءِ دلگير
سچل پڌو مڪر سر تي — محبت جو منڌير.



## ڪافي

عشق لڳي تا ڪر آمين — نه منجهه ڪفر نه منجهه دين
جلوه عشق جو عرش ڪرسي تي — سر زمين ۽ زير زمين
دل سان دلبر ره قبوليم — ڪشف ڪهڙو ڪرامت ڪين
شبها شڪ سڀئي لاٿم — پاڻ سڃاڻڻ سان يقين
طالب ڪي تلوين گهرڻ ٿا — ڪي تمنا تي تمڪين
هادي عبدالحق سچل کي — توڙون ڪئي ٿا هي تلقين.

## سر گجري

سر آسا بعد، صبح جي پهر، ڳائڻ وديا جي فن جا ماهر سر توڙي ڳائيندا آهن. گجري سر توڙي جي هڪ شاخ آهي، جا آسا سان لڳو لڳ ڳائڻ ۾ ايندي آهي؛ تنهنڪري هت سر آسا بعد، سر گجري کي جاءِ ڏني وئي آهي. انهيءَ کان سواءِ جئن آسا جي سر ۾ گهڻو ڪري خدا تعاليٰ جي خود وندي، يڪتي ۽ هيڪڙائي ڳاتي وجي ٿي، تئن سر گجري ۾ به اها هيڪڙائي جي حقيقت ڳائڻ ۾ ايندي آهي. جنهنڪري سچل سرمست جا اُهي ٻـره جا بياض هن سر ۾ ڏنا ويا آهن؛ جن کي هن حقيقي هادي معرفت جي نام ۾ منسوب ڪيو آهي. گجري جي ڳائڻ جو وقت آسا بعد ٨ کان ٩ بجي تا صبح جو آهي.

## خيال ٻيو

### ( معرفت )

### سر گجري

( ١ )

احد احمد صورت ساڳي، سر ڳجهي جو سوئي
الست بربڪم قالو بليٰ، پنهنجو پاڻ اکيو ئي
سچا حاضر هر جا هادي، سمجهين سر سيوئي
غائب سمجهي غير نه ڄاڻجي، حق الحق اهوئي.

( ٢ )

حق الحق اهوئي آهي؛ تو جهڙن غير ڏٺي جا ڏو
عـرفت ربـي بربـي، پاڻئي پاڻ سچا تو
ڪلي ڪل انهن کي پيڙي، پير اڳئين جن پاڏو.

( ٣ )

الف سڃاڻي احديت وارو، بي تي ڪين اڙاسي
شرح ملا ڪنز قدوري، ڪافيا ڪين پڙهيا سي
غير خيالن ڪنهن ڏئي، پو لا احد منجهه لڙيا سي.

( ٤ )

الف باب مطالع ڪرڻو، بي تي ثي نه سڻان مون
اڇڻو وڃڻو الله اهو، دائم دم ڏيان مون
ساڻ يقين تصور وارو، ڏاٺ سبق پڙهان مون
ٻاجهون باب ٻئي جي سچا، ڪهڙا حرف ڳڻيان مون.

( ٥ )

ٻاس اهائي بات اسانجي، غازي غير نه آهين
خام خيال هي ٻانهپ وارو، لاهه لاشڪ لاهين
من عرف نفسه عرف ربه، ڏاڍ ڪهڙا پيسا ڏاهين
سچا سچ اشارو اهو، ڪاڏي ڪوڙا ڪاهين.

( ٦ )

رام رحيم هڪ ڪرسمجهين، موج محبت ماڻين
ڪافر مومن گهر نسارو، غير گمان نه آڻين
خلق الانسان علي صورته، جو ل اهوئي ڄاڻين
ماڻ تون صورت ساڳي سچا، جي تون پاڻ پڇاڻين.

( ٧ )

خمر خمار انهي جو خاصو، موت اهو مسروري
ازل ابد اعجائب جهڙي، مٿي اها مخموري
انا احمد بلا ميمي، ماريندم منصوري
سچا جام جلالي پيءُ، ڪر حاصل حق حضوري.

---

الله هو (بيت ٤ سٽ ٢)



( ٨ )

دل دلير ڪري اچ عاشق، سست يقين نه ٿي تون
توڙي شڪ گمان سيٺي، پريمي پيالو پيءُ تون
موتو قبل انت موتو، جيئڻ مر جيءُ تون.

( ٩ )

ذات صفات هڪائي آهي، ٻول نه ٻجهين ٻولي
سوئي اندر سوئي ٻاهر، سوئي تهنجي جهولي
توهه مون هه هن هه هوجا، سچ سچو تو ٻولي.

( ١٠ )

نوڙ رواج رسمون ساريون، مرد تهين مرد انو
پاڻ بيگانو مول نه ڄاڻين، آهين يار يگانو
ونفخت فيه من روحي، بلڪل چڱ بهانو
وهم سچل ڪي ٻانهپ وارو، شملو ٻڌ شهانو.

( ١١ )

دم لفسڪ جي سچل سچي، راه نه ڄاڻن هوڙها
هستي وارا ڪوٽ بڻائن، ڪنگرا رکن ڪوڙا
سچا راه اهي هي لهندا، ڳالهائيندا جي ڳوڙها

( ١٢ )

مون تون هو جي ٻولي ساري، صحيح ڪري سڃاڻين
ڄا هيڙين اُت، ڄا آهين هت، ڄا ٿيندين مام پڇاڻين.

---

دم لفسڪ (بيت ١١ سٽ ١)

( ۱۳ )

مسجد ڇڏي مئخاني منجهان، حاصل ڪيف ڪياسي
هي سڀ حسن جمال اسانجو، جنهن ۾ پاڻ پياسي
ڏوهه ثواب ڪان آجا ٿي، پوءِ سچل سچ ٿياسي.

( ۱۴ )

فڪر انهيءَ ۾ پياسون سچا، آهيون يا سچ ناهيون
ناهيون چاڻ اهائي ساري، آهيون ڏٺي ناهيون
فرعوني منصوري ڪڙي سچل، حرف ڪهو چؤ ماهيون
سچا سچ ڏٺو هوءَ آ ڏيٺو، پوش پاڻا هي الاهيون.

( ۱۵ )

پير مريد نه ٿي تون هرگز، ماڻهج موج مستاني
مخدومي ۽ شيخي پيري، خام ڇڏي ڏي خاني
ٻٽ دعا پاراتي واري، ناهي راهه رباني
هر هڪ پٽڪو پنهنجو رکي، سچل ڪم آساني.

( ۱۶ )

صريح چوان مان توکي طالب، ڪجان صحيح گويائي
وبي ينطق وبي يبصر، ٻوڙين ٻول ٻڌائي
ڪل شيءِ ناطق بالحق، رکين سر سڃائي
سنگر سچ سمجهائي سچل، واهه واهه اها وائي.



( ۱۷ )

طهل وڃائج وحدت وارو، غازي ڇڏ گدائي
هيڏي هوڏي ٿو نئي آهين، ڪاٿي جان جدائي
الانسان سري انا سره، آهين خاص خدائي
بر بحر تي تنهنجو سچا، آهي سير سدائي

( ۱۸ )

فرق ڪفر اسلام نه ڪوئي، چاڻ اهوئي چاڻين
ڪافر مومن هڪو هڪا، غير نه غازي آڻين
ڪل شي هو الله، سڀ صورت هڪ سڃاڻين.

( ۱۹ )

مست رهي ميخاني اندر، منڪر ٿي سڀ مستي
مستي سان ناسر سڃاڻي، تنهنجو ڪم ڪمبختي
ليس في جبتہ ماسوا الله، هيچ ڏٺي سڀ هستي
پيون سڀ ڪوڙيون ڳالهيون سچا، سچو عشق الستي.

( ۲۰ )

ياري يار يقيني رکجان، ٿوڙي شڪ سيوئي
جو ڪجهه هيڙين سوئي ڏيندين، تنهنجو غير نه ڪوئي
ڪل شي يرجع الي اصله، سو نه هڪ مٽيوئي
سچل سچو سچ ٿي رهندو، عشقوان عين اهوئي.

(٢١)

عشق جني سان غمزو لاتو، علم نه سي ٻيو پڙهندا
منجهه ڪفر اسلام مذاهب، عاشق مور نه اڙندا
ماري نعرو حق جو سچا، سولي سرڙا ڏرندا.

(٢٢)

پاڻ ڏٺا پاڻ ڪيو سي بيشڪ، هر صورت سيلاني
سڀڪا صورت مهنجي آهي، آهيان لامڪاني
ڪفر نڪو اسلام رهيو آ، اٿي راهه حيراني
سچل نام ٿيو گم ذاتي، رهيو سر سبحاني.

(٢٣)

عشق لڳو وئي رهجي والده، يار عزيزي خويشي
پنهنجو پاڻ قبول ڪيائون، سارو دم درويشي
لوڪ ساروئي پيو ماري طعنا، بره ٻرو بد ڪيشي
سچا يار هميشه آهن، درد وارا دلريشي.

(٢٤)

هي دم ٻحر حقيقت هو جي، هو سان هو سچا ٿين
خاڪي جسم ٿهي، ٻوڙين، هرگز عذر نه آڻين
اندر ٻاهر ظاهر آ، طرف نه ٻي تون ڄاڻين
سچل گم گمراهي واري، راهه اهائي چاڻين



(٢٥)

جوئي جو نا پيدا هيڙو، سوئي ٿيو وري پيدا
جوئي پيدا اصل کان هيڙو، سوئي ٿيو نا پيدا
پيدا سو نا پيدا ٿيسي، ٿي ڏڏهن حق هويدا
پيدا جي ڪل ڏڏهن پوندي، نا پيدا ٿي ويندا.

(٢٦)

مريد ڪرڻ جو خيال نه رکجان، عاشق ٿيج نرالو
دين مذاهب ٻوڙ ٻيائي، مست ٿيج متوالو
مان ۽ تون جي سودي اندر، متان ڪيين ڏيوالو.

(٢٧)

عشق محبت ٻا جهون چاڙهين، ٻي سڀ راهه خلافي
بزرگ ڪاڻ دنيا جي ڪن ٿا، طلسم سڀ تلافي
سچا هرگز سي نه ٿيندا، سچا صوفي صافي.

(٢٨)

ڏن زماني بزرگ بيشڪ، جهڙي لطيفا لائن
ڪسب ڪرن د مريد ڪرڻ جو، نقا پاڻ سڃيالن
اهي فن فروعي آهن، نا حق وقت وڃائن
ريءَ ڏيڻ گم سچل سائين، پاڻ نه پهنجو پائن.

(٢٩)

بزرگ شيخ مشائخ يارو، نا مخدوم ٿيا سي
نڪي قاضي نڪي ملا، معلم پير ٻڌيا سي
نڪي ناه نڪيءَ جا ناهي، رنگ رساءِ رکيا سي
سچا ڄاڻون عشق الله جي، ڪوئي مڙن سکيا سي.

(٣٠)

نه مان ڪيڙو ڪوڙڪو تسبيح، نه ڪيڙم زهد عبادت
نڪي مسجد مندر ويڙس، نه ڪيڙم تقوي طاعت
سچل جو ٿيو بخت سوايو، جو ڪيڙي عشق عبادت

(٣١)

روز ازل استاد اسان کي، سٽ پريت جي پاڙهي
سائي دل جي تختي مٿي، چاهون مان لکي چاڙهي
سچل عشق هيو نا ٿئي، ٿي جي چٽي ڏاڙهي.

(٣٢)

مرشد آکيو، عاشق ٿين تا، منڪر ٿي مشائخي
شيخي پيري بزرگي، اٿي سڀ هلا کي
عشق امانت خاص الله جي، دل کي ڏي فراخي
سچا سوز گداز سوا سچ، ٻيا سڀ چور طباخي.



(٣٣)

خيال بزرگي ريتي ڇڏ تون، مڪ نه تون مخدومي
نڪي پير مشائخ ٿيءُ تون، نڪي ٿيءُ نجومي
دائرا اهي دعوت وارا، اٿي علم رسومي
سچو ڪٿي ڪونهي پيدا، هولدو منجهه معدومي.

(٣٤)

سمجهايو مان طالب توکي، سچ اهو ٿي سارو
ارض سماءَ واهه وڃائيج، عاشق ٿيءُ نغارو
نام ڇڏي بدنام ٿي اچ تون، لوڪ ڏسي سڀ سارو
سٽ سچل سامان صاحب جو، مار حقاني نعرو.

(٣٥)

مست ٿئين، ته مريد نه رکجان، وهه جا راه ديواني
آمد رفت نه جاڻن ڪڏهين، بيخود ڪرن بياني
ٻي سڪ، سڪ انهن کي ناهي، رهندا لامڪاني.

(٣٦)

حبس ڪرن دم ساڻ سعي، تا ٿين لطيفا جاري
عالم ڏسي عبرت آڻي، زاري ٿين ڪان زاري
واه ولي پڪارن ماڻهو، آڪو مرد بخاري
سچ پڇو ته سچا، سي سچا، سر ٿي کنئي جن خواري.

( ٣٧ )

هي سڀ سير بحر آهي جو، پر ڪا جهڙ بستي
قلزم ڪارو ٿيا، ڪڪوريل ڪر ڪا جهڙ ڪشتي
منجهه درياءَ محبت واريءَ حال سڄين هي هستي.

( ٣٨ )

منجهه حضور هادي جي طالب، پاڻهون پڌي وهندا ڏين
جن جي چوائي مرشد چوندين، ڪلمو ڪفري ڪهندين
گرو گوبند صورت ساڳي، راه انهيءَ ۾ وهندين
رنگ ريٽي بي رنگ ٿي سچا، ڏاه انهيءَ ۾ لهندين.

( ٣٩ )

جان جان طالب مسجد منبر، ڪين ڪرين ويرانا
تان تان راه قلندر واريءَ ڪين ملي مردانا
چار ٿيو ۽ ٽين لطيفا جاري، هي ٻي هنر بهانا
ڪشف قلوب ٿيو ۽ سيڙي ۽ هي پڻ ڏوڙ ديوانا
لڪن نقش ڪمائن ڪيميا، ميڙن مال خزانا
خوءِ خضر جي ڪا، شيطاني ۽ حفظ ڪرن قرانا
مرد سچا جي محبت وارا، سولي سر سمانا
پاڄهون راه عشاقي سچا ۽ ٻيا سڀ ڪوڙ ڪرانا.



( ۴۰ )

ڇا جو ڪعبو، ڇا جو قبلو، هي ٻي سڀ بهانا
ناقص نيت ڪعبي واري، مرد ڪهڙ مٿخانا
سچل ستگر ائين آکيو، حق لهن مستانا.

( ۴۱ )

قاضي سچ چوان مان توکي، ڇڏ مسائل مصلا
آءُ تہ پيون ٻڪ پريمي، مور نہ تنهنجو تون ملا
سچل حق نہ حاصل ٿين، جي راه انهيءَ کان ڀلا.

( ۴۲ )

لانفي جو ڪلمو مونکي، مرشد پاڻ پڙهايو
لا بودي جي نشي اندر، ستگر سير ڪرايو
هٿيو ڏيئي همت وارو، سارو بسار ڪٽايو
صدق سچل مان ستگر تان، جهڙ جا ٻ جوش جڳايو.

( ۴۳ )

ملا ڇڏ ڪتابن جهڳڙو، مي جي پيءُ پيالي
پاڻ ۾ ملا صاحب ٿين تون، مست و مست موالي
ڇڏ ڪالي قاضي صاحب، قائم ٿاج ڪالي
معاف ڪرائي عشق ائين ٿو، سچل ڪاف ڪشالي.

(٤٤)

طالب زهد نه تقويٰ طاعت، موج مڃڪان مون مستي
ڏني آءُ اُسعاده ازل جي، هت طلب جي تختي
سچا مستي مول نه ايندي، جان جان وڃي نه هستي.

(٤٥)

جان جان تون گمراه نه ٿيندين، ڏان ڏان راه نه لهندين
ڪاڻ حرام ۽ ٻيءَ پليدي، پاڪيءَ ساڻ نه وهندين
سچا سچ پلءِ نه پوندو، جان جان مان ۾ رهندين.

(٤٦)

ڪي ڪمائن ورد وظائف، ڪي ٿيا نفلا تي
ڪي وڃي پيا زهد عبادت، ڪي ٿيا دعواتي
گوشه نشيني ڪن ڪي پانهنجي، ڪن وڏي رجعاتي
ڪن جي منزل بهت پاراتو، ڪي ڪامل ڪراماتي
ڪيئي ڪشف اندر ڏاڏا، دانه ڪي درجاتي
سچا لکن مان ڪوئي ڪندو، عشق واري اثباتي.





## ڪافي

صورت سڀ سلطان - پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو
ڪٿي حنبل شافعي - ڪٿي مالڪ نعمان
ڪٿي پنڊت پوٿيون - ڪٿي پڙهي قرآن
ڪٿي طفوليت ۾ - ڪٿي پير جوان
ڪٿي مير وزير ٿيو - ڪٿي ٿيو دربان
ڪٿي احمد بلا ميمي - ڪٿي هنومان
سچل پيو صبر ۾ - ٿي حيرت ۾ حيران.



## ڪافي

عاشق اکيون اُٿي ڏسين - آهي مڙوئي يار
ظاهر زباني ٿو ڪريان - عجب اهو اسرار
اعتقاد فردا جو نه رکه - اڄ دوست اٿي اظهار
جن کي پسڻ هت پرين جو - هت پي تني ديدار
بلبل اوا، ڪرپاڻ کي - گهمت گهمت سارو گلزار
جيڪي چيو مرشد تو کي - آڄ اٿي اعتبار
پانهنجون پڪڙين چو پڻ - سچا تون سردار

# پيروي

پيروي جو ڳائڻ جو بهار هوئي وقت آهي، جو ٽوڙيءَ جي ڳائڻ جو آهي ۽ اهو آهي صبح جو آسرا بعد. پيروي ساڳي ٻي هڪ مَن موهيندڙ مٺڙي ۽ ڪومل راڳڻي آهي، ۽ هڻ اهڙي ته مقبول عام آهي، جو ننڍي وڏي جي وات تي آيل پئي ڏسجي. هندستان ۽ پنجاب جي ته گهر گهر پيرويءَ جي پڙڪار پيئي ٻڌجي. عشق مجازي جي مستي ۽ موج منجهس ڏنين ڪنين آهي. سنڌي پيروي ته وري اهڙي سدا سهاڳڻ ۽ نماڻي آهي، جو پٿر دل کي به هيڪر ڍاڻي ڪيو ڇڏي. سنگيتن ۾ آيل آهي، ته پيروي هڪ مرگه نيڻ حسين مهجبين عورت آهي. لب ياقوتي، رخسار مثل انار، نهايت نفيس سفيد لباس ۾ ملبوس ۽ چمڪندڙ ڇري سان ويٺي ڳائي. سندس عاشق مالڪوس آهي ۽ جنهن جو بيان اڳتي ايندو. ڪن سنگيتن ۾ آهي ته پيروي پيرؤن جي استري آهي. پيروي جي ڳائڻ جو وقت صبح جو ٨ کان ١٠ بجي تائين آهي.

# خيال تبون

## عشق مجاز



## سر پيروي

( ١ )

زور غرور غماز ـــ عادت البيلن جي
نوڙت نيه نياز ـــ آهي عاشقن ۾.

( ٢ )

آهي عاشقن ۾ ـــ نوڙت نيه نياز
نخوت نخرو ناز ـــ عادت البيلن جي.

( ٣ )

قوس قزح ڪمان ـــ ابرو عجيبن جا
ضرب ظلم جي زور سان ـــ اچلن الامان
سل هڻن ٿا سيني ۾ ـــ پنبڻين جا پيڪان
نيزا نيهه نشان ـــ سچل سر سهائيا.

( ٤ )

ابرو ڪش ڪمان ـــ مارن ٿا محتاجن کي
پنبڻين جي پيڪان سان ـــ زوري ڪن زيان
توبه الامان ـــ ترس نه ڪن ترجيترو.

(٥)

ڪجا ڪج محراب - منهن تي محبوبن جي
ڏنگا ونگا واهه واهه - مصحف جا اعراب
سڌون سيپارن جون - پڙهڻ ٿيون ثواب
ٻه سڄدا باب - سچل سڀ ختم ڪيا.

(٦)

چالي چشم چٽڪ - ماريو محبوبن جي
قاتل فوج حسن جي آئي - ڪاهون ڪاهه ڪٽڪ
اچي وڌائون اوچتو - سيني سيف سٽڪ
عاشق تپي آيا - اٽڪ جي اٽڪ
اچي پيا وچ ۾ - ڦٽڪو ڪري ڦٽڪ
جهٽ پٽ ۾ جهٽڪ - سر ڏنائون سٽ ۾.

(٧)

چپيلن چلا - مو مکيڙيا منهن تي
نيرشي مهتاب جان - منهن ٻرن مشعلا
ڏاريڪي ۾ تيجارا - ڏنگا ڏين تجلا
عاشق اُت اجهلا - سر ڏين ٿا سٽ ۾.

(٨)

مو مکيڙيا منهن تي - چپيلن چلا
سنبال چڙڪي سلا - صبح ڪيا سا جهري.



(٩)

مو مکيڙيا منهن تي - چپيلن چلا
واسينگن ولا - وره وارئين ٿي ڏنا.

(١٠)

آخوند ڏسين اوچتي - چپيلن چلا
سجدو ڪرين سهڻن کي - ميان صاحب ملا
قاضيڙا ڪلا - رحل رکين کڻ ۾

(١١)

آخوند ڏسين اوچتي - چپيلن چلا
واصل ڪي وٺيون ڏئي - ليڪين ڏئين للا
ملا مسٽلا - وساري ويٺي رهين.

(١٢)

آخوند ڏسين اوچتي - چپيلن چلا
توڙي ڪائين ڪلا - تہ ٻه راڻي رهين روح ۾

(١٣)

حقاني حسن جي - گولاڙا ڪن گلا
سچل سڪ نہ جن کي - سي ٿوڙها ذڪر ڏلا
بي هودن پلا - ڪهڙو قدر قرب جو

(١٤)

پاڙون پوندءِ پير - قاضي ڪا رهڙ تي
عشق وڻندءِ وير - آخوند اچي اوچتي.

(١٥)

آهي ڪو جو جهلي - تکو تاب حسن جو
بلي ٿيا جي بره جي - بابو ٿيا سي بلي
سچل ساءِ سهڻن سان - وس نه ڪنهنجو هلي
جان جسو جيءُ جلي - عشاقن آزاد ھر

(١٦)

عشاقن آزاد ھر، ھيو نظارو
ڳارڻي ھر اينءُ ڳريا، برف ڳري جنءُ پارو
ناطق ڪو نيارو، جهلي روپ روءِ جو.

(١٧)

لوڪ ساري جون سهمان، سچي سهڻ آيون
مشتاقن کي محبوب جون، چڪن ڪن ٿيون چهان
بابو جهلي بره ڪنان ٿو، عشقان جهلي امان
سورن سندا سمان، سچل سي سهائيا.

(١٨)

راشي ۾ خاشي، صورت ساڳي سچڻين
مورت هيءَ محبوب جي، فهمي فهماشي
موتي مڙهيل مکڙين، چڙھ قرباني هاشي
ڪعبو ۾ ڪاشي، منزلون محبوب جون.



(١٩)

عاشق پين زقوم، ھتان دمين هي
هلائن جي هير ٿي، هاتڪ ڪن هجوم
اھا ٿن رسوم، ڪڙي ڪاٽ نه ٿن ڪي.

(٢٠)

ساقي ڏيج ستي، سرڪ صراحي مان ڪيڏي
پڪ پيارج پارکو، محبت جي مٽي
پيڻ ساڻ پٽي، پاڻ ڏيان جنءُ پاڻ کي.

(٢١)

ساقي ڏجانءِ باقي، تہ بقا بره ھر ٿيان
فاني فراقي، رهي رهندا ڪيترو.

(٢٢)

رهي رهندا ڪيترو، فاني فراقي
مطلب ميشاقي، لا ھر موجودات جو.

(٢٣)

نڪا صحبت صراحي سان، نڪي ميخا سان مطلب
ساقي سي سبب، سچل سڪ وارن جو.

(٢٤)

چڪو الهيءَ چاش جو، چکي ٿيا چريا
چريو ڪريو لوڪ چوي، آهن ڪين چريا
پاڪي سي پريا، سچا سڪ وارا ٿيا.

( ٢٥ )

اوڏو عبادت نہ وڃين، جي لنؤ پڙهين ليڪ
واحد وحي موڪليو، احمد آکيو اين
ڏان تون وڃين ڪيئن، مخالف مصحف جي.

( ٢٦ )

ملا انهي منڊ جو، چڪو جي چکين
ڪارنهه ڪٺي ڪندين، ويٺو منهن مکين
سبق سي سکين، جي سورائين سکيا.

( ٢٧ )

حسبي ۽ حسبي ۾ ذاهد پڙهين زور سان
حسن حبيبن جو ڏسي، ترڪ ڪرين تسبي
ڪرنہ ڪهن ڪسبي، سچن سرڙا ست ۾.

( ٢٨ )

قطرا آب عرق، سوهن سڄڻ منهن تي
جرڪن جهلڪن ڏا ائين، جن ۾ هنين ماڪ مرڪ
داڻا ڪن درڪ ۾ دل ۾ دردين جي.

( ٢٩ )

ابرو ڪنڌي قريب جا، وار ڪنڌا ڪارا
اکيون ڪنديون عجيب جون، ماڙڪ موچارا
محرابي مرغول ڪنڌا، پيشاني پارا
منڌا موچارا، سدا مهنڊجا سهرين.



( ٣٠ )

حبيبن حبشي ۾ پهرو رکيو پاڙ تي
اندر اچڻ ڪان اکي، ڪاتي تهن ڪشي
رخ انهيءَ رشي، ڪروڙين قتل ڪيا.

( ٣١ )

مصحف پاڪ جوان، مهڙو محبوبن جو
آيتون منجهہ عشق جون، مطالع ڪيان
قاري اچي ڪو پڙهي، سڄي هيءَ روان
حرف سپ سوان، ڏٺڪو ڏسان ڪونہ ڪو.

( ٣٢ )

خاصو خوب خيال، دماميدم دمسان
وحدت جو وصال، ۾ پالڪو زيا پسين وڃي.

( ٣٣ )

عاشق انا الحق ۾ آکيو پيو آکياڄ
هادي عبدالحق ۾ حرف هدايت هي چيو.



# خيال تيون

## ڀاڱو ٻيو



## سر پيروي

(١)

ڪي جو محب لکيو، سو ملا واچڻ نه ڏيو
جڏهن اگهي سگهيو، سچل تنهن صحي ڪيو.

(٢)

خبر ڪهين جو خط، آيس جو عجيب ڏٺ
روئي اکين رت، ڪري مطالع من سان.

(٣)

ڪليون لس لڙهان، ساجن سلامن جون
پرزو پاڻ پڙهان، ته ٻڌايان نه ٻين کي.

(٤)

لڙهان لس لکيون، ته پرين پيغامن جون
سي رقيب سگهيون، ته ڏکائي ٻين کي.



(٥)

ڪي جو لکيائين، سو ملا وڃي واچيو
هڪ ست پڙهيائين، ٻي ست سڏ ڪن ۾ پيو.

(٦)

پرزو پڙهڻ آيو، اُٿي ملا مسيت مان
سڀ جو سمايو، اچڻي سيڪهن ست مان.

(٧)

هڪ ست پڙهيائين، ٻي ست واچڻ نه ڏني
اڻي آتيائين، ته هي جو جيري نه جهليان.

(٨)

ڏاهي مون ڏروار، ٿي هي جو جيري سندي
تهن پلڪ پڙهڻ وار، ڪارو سڙي ٿيو ڪانگڙو.

(٩)

رقعي منجهان راز، موڙيوئي معلوم ٿيو
نسورو هو ناز، سچل سڪ وارن سان.

(١٠)

رت اکين رويو، ٿو سا ٿي سنيها ڏئي
نهاران نچويو، ته چارون جوهاري گهٽو.

(١١)

پينئر ڪين ڏنيو، ته هي جو ڏامو ليه جو
خط خمار ڏنو، ته جيڪس پڙهندي پرين کي.

( ۱۲ )

پڙهندي پرزو پرينءَ جو، پيئڙ ڪينءَ پنو
خط خمار ڏنو، آيو ڏاھ عجيب جي.

( ۱۳ )

روئي زارو زار، پرزو پرينءَ ڏي لکيوم
ڏنو خط خمار، اول ئي عبارت ۾.

( ۱۴ )

اجا عبارت، لکڻ لڳس پرينءَ ڏي
روئندي پيون رت، او ڦڙ هنجي اکيون.

( ۱۵ )

آيو اوڏاهون، ساڻي سلامن سان
محبت جي مان هون، اها وڃ نه وسري.

( ۱۶ )

نامو رات نيو، قاصد پار قريب جي
پورن منجهه پيو، واچيندڙ ورق جو.

( ۱۷ )

جارون لکيم جو، ڪاغذ قريبن ڏي
حقيقت جا حال جي، واچڻ وينو ڪو
پڙهندي پنو سو، تهن کي آڳڙيون آيون.



( ۱۸ )

عريضو آڻي، قاصد ڏنو قريبن جو
هن ويلي هاڻي، سر ڪريان هي صدقو.

( ۱۹ )

قاصد ايندي، پيو شوڪاران ۾
ليا پا ڏيندي، ساڻي ساهه مٿي ويو.

( ۲۰ )

نامو سارو نيد، جو پڙ لکيو سڄڻا
رات برابر ڏينهن، مون کي گوندر گذري.

( ۲۱ )

ڪاڄا ڪتابت، آئي پار پرين جي
صحيح سا ثابت، مون ڪان واچڻ نه ٿئي.

( ۲۲ )

پنهنجي پيغام، لکي مڪا سڄڻين
سي نه سمجهن عام جي آهن منجهه اشارتين.

( ۲۳ )

ڪي جو لکيائون، پنهنجي منجهه پريت جي
اهو پسي آئون، بيخود ٿيڙس سرتيون.

( ۲۴ )

پرين سڀ سنان، ڏنو واچيندڙ کي
الهي خط منجهان، ڇپيون ڏس جهري ڪيون.

(٢٥)

جو نا مون منجھ لکيو، سا هٿي جيري جي جر
منجهان سڀ شهر، وا ڇيڙي ڪو ليي.

(٢٦)

پنو ڪير پڙهي، جو پرين مڪو سڄڻين
لکيو منجھ لڙهي، متان پڪ لڌ پڏي مري.

(٢٧)

واچيو جهن ورق، جو پرين لکيو سڄڻين
سو چڙهي ٿيو غرق، درد واري درياه ۾.

(٢٨)

سکهي ڪير پڙهي، هو جو نامو ليڪ جو
سرڻ ان سر چڙهي، موج مٿو تهن ناهه ڪو.

(٢٩)

وٺي خط هليو، سا ٿي سلامن جو
وچ ئي منجھ جهليو، ورهه وڪوڙي وات تي.

(٣٠)

وٺي هليو خط، پانڌي پار پرين جي
روئي روئي وٽ، تهن هلندي حال وڃايو.

(٣١)

آلو هيڙو عشق جو، سا ٿي سا ط نيو
ڪاسي پاڻ پيو، هو خوني خط پرين جو.



(٣٢)

هن پانيو نامو، پر شعلو هيڙو شوق جو
جند ساڙو جامو، سا ٿي سڀ سڙي پيو.

(٣٣)

پرين ڏاهن نيون، تهن ڪو خط خبر جو
پڙهندي ڏس هيٺون، تهن ڦرڪندي لاٿي پيو.

(٣٤)

رهبر روانو، ٿيو پريان جي پار ڏي
شال پهچي پروانو، سلامت ڪي سڄڻا

(٣٥)

اڏا ايندو ٿئين، وٺي سڪ سنيهڙا
جاءِ ٿئي مون جي، پروانو جڏهن پڙهان.

(٣٦)

حبيبن ڏنه هن، اديون لکيجي آيو
توان مونسان جن، تن تو مون آهيان.

(٣٧)

ڪاغذ لکي ڪال، مڪر جو محبوب ڏي
ڳالهيون سنديون حال، ڏينديون پڪ رڙهط سان.

(٣٨)

آيو ڪاله قاصر، مونڏي محبوبن جو
ته دوستي وارو دم، ڪڏهن توان نه وسارئين.

(٥١)

آڏو عجيبن جي، ڪجاءِ سپ خمر
عاشق هت اوهان ٻنان، آهي منجهه حشر
اوتي اکڙين مان پيو، ٻاراني بحر
ڏي دلاسو دلبر، متان عاشق هت مري وڃي.

(٥٢)

جيڪر لکي موڪليان، خطڙا هزارين
مان ڏڙهين ڀوءِ ڀرين، سڪڙو سڻيا رڏين
وار نه وسارين، اهو اٿم آسرو.

(٥٣)

لکي خط منجهان، پريان سندي پار ڏي
جهجهون لک ڄاڻان، مهڄون محبوبن ۾.

(٥٤)

منجهان ڪينءَ لکي، ڪتابت قريب ڏي
ساڻي وات سڪي، جدائي نه ڏين کي.

(٥٥)

مون ڏنه اڄ لکي، جاني جدائي مون
ڪان تدار تکي، هٿي ڪتابت قريب جي.





## ڪافي

ڏاتي منجهه ذات ڇپائي - بازي جا يار بڻائي
ڏاڍي حقيقت حال جي - مون لکي ساري سڻائي
سڀ ڪهن ۾ سچڻ - پهنجي نوبت وڄائي
ڪٿي انا الحق جي - چاڙهي چوٽ چلائي
انا احمد بلا ميمي - اها معنيٰ مڙيائي
ڪٿي مسيتن ۾ - ٿيو خاص خدائي
موتي موڙهن وچ ۾ - تهن ماڻها ڦيرائي
ڪٿي وٽ نروار جي - ڪٿي جاڻ جدائي
ڪٿي مٿي تخت جي - ڪٿي ڪري گدائي
اندر ٻاهر هڪڙو - آهي صورت سڀائي
ڳالهه نه سمجهڻ جهڙي - جا سڻکر سمجهائي
ڪافر مومن هڪڙو - سچا ٻوڙ ڄائي.



## ڪافي

سڀ ڪهن صورت ۾ سهڻين - سرتيون ساري ڳالهه سليائون،
ڏيو ٻاري سچ کي - ڪٿي ڪين ڏٺائون
ساڻ روشني سچ جي - ٻرجهي سچ پسيائون
وحدت ڪثرت هڪڙي - جن ۽ ميخ ڦڙيون مونائون
سچل سندي ناءَ ۾ - اهڙي طرح آئون.

# ڪوهياري

ڪوهياري جو لفظ ڪوهه مان نڪتل آهي. سسئي پنهون جو سمورو واقعو ڪوهياريءَ جي سر ۾ ڳاتو ويندو آهي. اين جو ٿيو آهي ان لاءِ ٻه روايتون آهن. هڪڙي روايت آهي ته سسئي جو پنهل ٻويان جبل جهاڳيا ۽ ڪوهه ڪاٽيا آهن، سو ان ڪري مثلا، ڏالو ڪوهياري يعني ڪوهه واري پيو آهي ۽ انهيءَ سبب سسئي جو سارو سڄو انهيءَ سر ۾ اچي ويو آهي.

ٻي روايت آهي ته پنهل ڪيچ مڪران جي حاڪم جي سموري سلطنت ڪوهستان ۾ ٺڪرن جي وچ ۾ سمايل هوئي، تنهن ڪري پنهل کي ڪوهيارو يعني ڪوهه وارو ڪري ڪوٺيو ويو آهي ۽ راڳڻي جنهن ۾ سسئي پنهل جي محبت جو ماتم اوريو ويو آهي، ان تي ڪوهياري نالو ڏنو ويو آهي. راڳ وديا جي پستڪن ۾ ڪٿي به ڪوهياري جي راڳڻي جو ذڪر آيل ڪونه ٿو ڏسجي، تنهن ڪري هن راڳڻي کي خالص سنڌي راڳڻي جي هئڻ جو فخر آهي. ڪوهياريءَ جي راڳڻي جو سُر سچ پچ سورائتو آهي ۽ رڳو جهونگار سان جوش جاڳايو ڇڏي. جنهن سسئي ويراڳ جا وڳا سر سنواري پنهنجي پنهل ٻويان پٺيان هوئي ته ان جو تاثير هن راڳڻي جي سر ۾ سچ پچ ثابت آهي.

## خيال چوٿون

## (سسئي پنهون)



## سر ڪوهياري

(۱)

اٿئي ڀـر اُٺ، تو اوڳو اوڳاري
اچون لاڳا اسيون، تو ايڙو اوارڙي
ڇڙي ڇـوري ڪين، ڪير ڇڙي کي ڇاري
ڏڙي ڏڙي ڪينڪي، تو تو هو تو هاري
ٻـوري پـتاري، سچل پٽ ڏڪر ڪيو.

(۲)

ڀالاڻي پنهون ويا، ڏکها ۽ ڏوها
ڇـالاري ڇنر ۾، ڇڏيائون ڇوها
تواريندي توها، سسئي سڏا ڪينڪي.

(١٣)

ڏيان ڏاھ ڀنڀور کي، شل ڪيچ وسي ٿي ڪيچ
آھ بر اوڏانھ وڃڻي، جي ڀائي ويڙھ ويچ
ويٺي ويٺي ورجا، روح ڀون ٿا ريچ
سرواڻيا سر ويچ، سگھ سچل سان تن جو.

(١٤)

دعا ڪريو ڪا دل سان، مھنجا ڪيچي ڪيچ ٿين
ڀارا تو ڪا ڪان ڏي، مھنجي مٺا رن مين
جيڏيون جت جين، جي سونھي سور سچي وڏا.

(١٥)

سچل ڪي سو سور، ڏئي ويا ڏاج ھو
درد ڏني دعوت آڻي، ڀنڀجا ٿيم ڀور
آيل جي اسور، پاند ڀري تن سان.

(١٦)

سرواڻن مون ساڻ، پلئون پلائي ڪئي
جن جاڳايو جوش کي، آھ اتن قربان
پيارو چاڙھو پاڻ، ٿڌھن لون لون ۾ لڳي رھيو.

(١٧)

اٿي ڪمر ٻڌ، لوچ تون لھين سھرين
ھاڙتي واري ھنڌ، ڏسين اکڙين سان.



(١٨)

روئڻ زارو زار، راتو ڏينھان آھ مون
ڪوڙي ڪان قريب ويو، ھيڪڙين منجھ ھزار
ھن گولي جي گفتار، ڪا ھڏو ٻاروچن ھو.

(١٩)

وڃڻ ذوق ضرور، ھن ڪا دل آھي ڪيچ ڏي
ڏسان شال اکين سان، ھوتا ٿون حضور
ھن مٺي سنڌو مذڪور، ڪو ھڏو ٻاروچن ھو.

(٢٠)

ڀرين ڏيٺي ڀور، ويا ولاڙي ڪي
دنيا جو تھن دور ڪيو، سيو شوق شعور
ھن مٺي سنڌو مذڪور، ڪو ھڏو ٻاروچن ھو.

(٢١)

رئي ناڻي گولي، آھ آڌيان آريا ڻي جي
جو ڏنائون ڏاج ھو، سو جاھيم جھولي
جان جسو ھي جندڙي، ڪھوت مٺان گھولي
ھن ٻانھي جي ٻولي، ڪا ھڏو ٻاروچن ھو.

(٢٢)

ساريون پڇي سات، سنڌيون ڪيچن خبرون
ديڏي اچڻ جي ھوئي، ڪيچيڙن کي ڪات
مھنجي پي مدامات، جتا ھڏو ٻاروچن ھو.

نوٽ: صفحا ٥٧-٦٠ [illegible]

[redacted]



(٢٣)

ٿئي نماڻي نال، سنگت نجو ساٿيو
ايندي پنهنجي آن جي، جيهي تيهي حال
من ڪوليندڙ جي ڳال، ڪا هوندي هوتياڻن ۾.

(٢٤)

ساريون سڪ سبيل، اندر منجهه عجيب جي
راتو ڏينهان ٿي ڪريان، زاريون مجهان ڏيل
من ڪميڻي جي قبيل، ڪا هوندي هوتياڻن ۾.

(٢٥)

ڪري سات سوال، ڪيچڻ جي ڪا ڪل ڏيو
جا چڙهيا ئون چيريسن، موٽڻ تهن محال
ٿئي هئي آرياڻي رئي، ڏهڙا ٿيڙم حال
سچل جي سنڀال، ڪا هوندي هوتياڻن ۾.

(٢٦)

اڄ آري ڄام، مٿي منهن موڙ هي ڪري
موڪلان ميرمدام، هي ڏر ڏيليو نه ڏئي.

(٢٧)

آءُ تون پنهون يار، ڏسي حال حقير جو
من نماڻيءَ نڪار، هي ڏر ڏيليو نه ڏئي.

(٢٨)

من دم آري آءُ، ناهيم حال هلڻ جو
مون نماڻي ڪان، هي ڏر ڏيليو نه ڏئي.



(٥٥)

ويم نڪري قافلو، آءُ مٿي راهه رهياس
جيڏيون آءُ جياس، جمر جتن کي ڏسان.

(٥٦)

جمر جتن کي ڏسان، ٿا سيڄي ٿيندم سڪ
ڏور ٿيندم ڏک، پسڻ ساڻ پرينءَ جي.

(٥٧)

ويم نڪري قافلو، آءُ پيرين پيادي
ڏئي مون شادي، جي پهڳڻ ٻاروچي ڏسان.

(٥٨)

ويم نڪري قافلو، آءُ پٺ ڪڻان پير
ڏکه ڏئي ويا ڏير، مان ٻاروچن ٻاجهه ڪري.

(٥٩)

ڪر ٻاروچا ٻاجهه، من نڌر نماڻيءَ تي
ويٺي وڃان واجهه، اوهانجي مون اڇڻ لءِ.

(٦٠)

مون هتان پيڇي، ڏوهه نه ڏيرن ڪو ڏيان
حال چوان هيڏي، هلي هوتياڻن کي.

(٦١)

من ڏکي ڪان ڏير، وڃي وٽ وڏي ويا
ڏورڻ هاڻي سرتيون، سيڄي ٿيم سير
پڇي لهان پير، آيل اوٺيڙن جا.

( ٦٢ )

اڌي ويا اوتار، ڪٿي سات سوئل جو
هاڻي آئيل آيا، ڌوڙ مون ڌوتڪار
ٻيا ٻي هوت هزار، مهنجو پيچ پنهونءَ سان.

( ٦٣ )

مهنجو پيچ پنهون سان، ازل لاڪون آهه
هاڻي وڃڻ ڇاهه، پيئر پينگهه پنهوار ۾.

( ٦٤ )

چڱي پنهونءَ چٽ، سدا آهي سرتيون
ڏي نه ڏکائي ڪهن کي، پاڻهي رکي ٻٽ
هوت ٻنان مون هٿ، ڪريان ڪوه پنهوار ۾.

( ٦٥ )

ڪريان ڪوه پنهوار ۾، ور ٻنان ويهي
جيهي جا تيهي، وڃان ڪيچيڙن ڏي.

( ٦٦ )

ڪريان ڪوه پنهوار ۾، پڇا ڏسا ٻريسن
وارث سي ويهن، جني مٿي ما مرا.

( ٦٧ )

ڪريان ڪوه پنهوار ۾، هاريون ٻنا هوت
مون تاءُ موت، ووءِ ووءِ ورڻ وسري.



( ٦٨ )

ڪولن ڪڏ ڪڏران، ڪاڪيون ڪندس ڪيچ ۾
آريءَ تي ارمان، من ڏسي حال حقير جو.

( ٦٩ )

سات سوئل سرتيون، وڏي ويل ويو ۾
وندر جي وڻن ۾، ووڙڻ ور پٻ ۾
تياڻ ڏسر تيوم، هاڻي هوتيا ڏين لءِ.

( ٧٠ )

ٻرت پنهون جا مرڪي، آڏي عشق ڪيو
سچل سنگ ٿيو، ڀڃن هوتيا ڏن سان.

( ٧١ )

اندر آڳ عشق جي، ويو ٻاروچل ٻاري
ڪارڻ ڪوهياري، مٿي راهه رڃان کهڻو.

( ٧٢ )

مٿي راهه رنجور، ويچاري وا ڪا ڪري
سکهي ويندي نڪري، هوتيا ڏين حضور
موتي پوءِ نه مور، ٻسڻ رڳي ٻرين جي.

( ٧٣ )

جان جان ملان نه هوت، تان تان ماءِ نه مون مران
ماڊر ڏاءِ موت، اهو اٿم آسرو.

(٧٤)

وندر ۾ ويهان، ڦولڻ ڀيون پرين کي
نالي جن نيهان، هوت تنهنجي هنج ۾.

(٧٥)

وندر جي وڻن ۾، ڪري واڪا ويچاري
جا محبوبن ماري، تنهنجو موٽڻ مس، ٿئي

(٧٦)

وندر جي وڻن ۾، زور ڪريان زاري
ڇڏي ويا ڇپرين، ڏوڙ هئي ڏاري
هڪ واڇوڙا وات تي، ٻي وسي ٿي واري
ڪا ورڪيو ورمون، آهيان ولهي ويچاري
سچل هي ساري، عمر گذاري آسري.

(٧٧)

وندر جي تہ وڻن ۾، زور ڪريان زاريون
نيالا نير اکين مان، ڏاڙهي ويس هاريون
اديون آري ڄام جا، ويا روڏا رواريون
سچل سي ساريون، ويندس ڪيڏ ڪوهيارجي.

(٧٨)

ڪيچان آيو قافلو، رات موچاري روه
خوب هوئي خوشبوءِ، ساري شهر ڀنڀور ۾.



(٧٩)

ڪيچان آيو قافلو، روه موچاري رات
سندي جنهن ذات، واسيو شهر ڀنڀور کي.

(٨٠)

ڪيچان آيو قافلو، ڪڍي عطر عنبير
تهين جي تاثير، واسيو شهر ڀنڀور کي.

(٨١)

ڪيچان آيو قافلو، ڪٿوري ڪڍي
تهن جي هب هڏي، واسيو شهر ڀنڀور کي.

(٨٢)

ٻاري ٻره بلوچ جو، رڳوئي راحت
ساريان سا ساعت، ميڪاند ميڙس هوت سان.

(٨٣)

ٻاري ٻره بلوچ جو، آهه نسورو نور
راتو ڏينهان روح ۾، محبن جو مذڪور
وچڙ آهه ضرور، ڪاڪيون ڪيچيڙن ڏي.

(٨٤)

ٻاري ٻره بلوچ جو، هيڻن جو همراه
روه منجها رون راه، ڪاڪيون ڏنم ڪيچ جي.

(٨٥)

ٻاري ٻره بلوچ جو، سرتيون جن شامل
ڪيچ ڏڻي ڪامل، ڏن کي ڪيچ ڪوٺايو.

(٩٨)

ڪاف ڪشالا ڪيترا، پڇن مون نہ هتا،
اچ آريا ٽي آءُ، مونکان جهل جهاڳيو نہ ٿئي.

(٩٩)

ڪاف ڪشالا ڪيترا، جت جاڙن جايون
غوغائن غارن ۾، ات بيحد بلايون
ماندي ڪي مارڻ لءِ، ڪيتيون نغايون
سچل سهايون، سڀ آريءَ سندي عشق ۾.

(١٠٠)

ڪاف ڪشالا ڪيترا، ٻري ٻڄهن پند
رويون چهان رند، آيل اوڙارن جا.

(١٠١)

ڪاف ڪشالا ڪيترا، هزارين فرسنگ
نهاري ڏي ننگ، ڪرو ويچاري جي.

(١٠٢)

ڪاف ڪشالا ڪيترا، ڪوڙين آهن ڪوهه
سچل سڄهن راهه تي، رڪون ڏاڍا روهه
تهنجي پچان توهه، نہ تڏاهن حال حلاط جو.

(١٠٣)

ڪاف ڪشالا ڪيترا، جتي جال جبل
ابہ ڪميني ڪال، ٻارو چال ٻاجهہ ڪري.



(١٠٤)

ڪاف ڪشالا ڪيترا، ڪڏهن ڪين ڪيام
سلهاڙي سات سان، ڪٽي هوت ويام
وڙڙ وڻ پيام، قسمت سانگي ڪيچ جا.

(١٠٥)

ڏاري ٻره بلوچ جو، اونداهي اوجر
سانئي آءُ سهر، سونہ ڇڏيندو ڇهرين.

(١٠٦)

ڏاري ٻره بلوچ جو، اديون سر آيوم
چاڙهن چمي تهن کي، چشمن تي چايوم
وره وسايوم، ليہ پهنجي نجهري.

(١٠٧)

ڏاري ٻره بلوچ جو، هاريون هدايت
ڪندو ڪفايت، پاڙون واڏي پند ۾.

(١٠٨)

ڏاري ٻره بلوچ جو، سارو سعادت
ڪاڪيون آهي ڪاف ۾، هيڻن هدايت
ڪندو ڪفايت، پاڙون واڏي پند ۾.

(١٠٩)

هوندي هوتياڻن جي، هتي ويچاري وڃہ
تيهين اعلان لڳا، هتي راد رڏان گهڻو.

( ١٢٤ )

منھن نہ لاھ مقام، آءُ اوھان جي آھيان
جي ڪامل ستگر ڪيام، سي ھڏ ئي ٻاروچا ورين.

( ١٢٥ )

توري ماڙ نہ مون، سڄڻ منھنجا سپرين
مولي گھر جيئن تون، لوڪ رتوئي کھوريو.

( ١٢٦ )

گوندر جن گذاريو، ڪاٿون سي ڀانيان
ھڪڙي رات رھان، وڃي ورہ وارئين.

( ١٢٧ )

گوندر جن گذاريو، ڪاٿون ڀانيان سي
حال تہ ڀنھنجو ھي، وڃي ڏسيا ڏکن وارئين.

( ١٢٨ )

گوندر جن گذاريو، آءُ تني گولي
ھنھڙي ۾ ھولي، ھوندي ڏکن وارئين.

( ١٢٩ )

گوندر جن گذاريو، سور ڀانئين سيٺي
ٻرہ جي پيٺي، تني مٿي ماڙي.

( ١٣٠ )

گوندر جن گذاريو، پيھي سي پڇان
انھن لڳا لڇان، آيل آءُ اڀا ٺڪي.



( ١٣١ )

گوندر جن گذاريو، آءُ تني کھوري
سچل جيءُ جهوري، جيجان آہ جتن جي.

( ١٣٢ )

چڱو گوندر غم، جي مون پڇو جيڏيون
منجھ ڪشالي ڪم، آھي ورہ وارئين.

( ١٣٣ )

گوندر گذاريام، سي ڏان پلا ڏينھڙا
سيڪھن ساعت سپرين، سچل ڏي ساريام
ڪشالا ڪاريام، ساعت ھڪ سمھڻ جي.

( ١٣٤ )

گوندر ڪين کھوريان، جن ڪيس سينگي سڄڻان
جان تڪ پيٺي توريان، ڏان ڏکہ موھارا سکن ڪان.

( ١٣٥ )

جي گوندر گوش نہ ڪن، کہ پيون سي سرتيون
جن سنگت ساڻ سکن، سي پاڙون ٻري ڪر تون.

( ١٣٦ )

گوندر ڏينھ گذار، جان تون جيئين جنڊ ڙي
سيٺي وڃن وار، جي ڪيڙي ڪيچيڙان سان.

( ١٣٧ )

جني گوندر گوش، آءُ نھا ريان ڏن ڪي
جھنجھو ڏن ۾ جوش، سچل آساڏيھ جو.

(١٣٨)

جي سارو پڇان لوڪ، ته ڪو نه روارو نه لهان
هڙو پلو ٿوڪ، ڪهين پاڳ پرائيو.

(١٣٩)

سڪن واريون سو، ڪاڪا ڏکن واري
ترت انهيءَ جي تو، پڳيون آڏڻ واريون.

(١٤٠)

آڏڻ واريون آيون، ٿيون آڏڻ اجاريون
جي ڪو نه رڳ داريون، آڏڻ تن اوکو ٿيو.

(١٤١)

سارو لوڪ سڪن، پوءِ وهاريو پرينءَ ڪان
ڏسو واه ڏکن، موت وهاريو منهنجو.

(١٤٢)

سڪن واريون سو، ڏکن واري ڪا
سور نه سلي سا، جهن سچو سور پرايو.
ڏکن منجهان سڪ، مون تا اڃا ڏٺيون

(١٤٣)

ڏور ريندي ڪي ڏکه، سونهان ٿيڙا سچڻان.

(١٤٤)

هن سهانگا سک، جي ساري عالم آيا
ڏور مهانگا ڏک، جي ورلا ورہ وارئين.



(١٤٥)

سينگ يون جي سکن، تهي ڪو نه گهوريا
ڏنو ڪاڻ ڏکن، سچل سرڙو سٽ ۾.

(١٤٦)

سکيون ڪوه پڇن، سچل ڏکن خبرون
سي هن وهانءَ وچن، ڏيل ڏکايا جن.

(١٤٧)

ڏکيون پڇن ڏک، سکيون پڇن سکڙا
هنکي حاصل جو ٿيو، جيڪي منجهان ڏک
نوڪ وارن جي نک، لڳي لوڙيءَ وارئين.

(١٤٨)

عمر اجائي گذري، هيءَ هيءَ هڙي حال
اڄي ڪان قريب ڪا، سچل جي ته سنڀال
مونکان پڇن ڪين ڪي، ڪافن جا ته ڪشال
تينجو قرب ڪمال، ڪاور ويچاريءَ جي ڪريو.

(١٤٩)

عمر اجائي گذري، موت نه گڏئين مان
جيسين جت نه ڏسندي، طلب نه ويندس تان
جاني ملي نه جان، تان تان ساه نه نڪري.

(١٥٠)

عمر اجائي گذري، ڇڙو ٿيڙم حال
ڪهن سٺيان سرتيون، اندر جو احوال
آريا ٿي الحال، ڪندو غور غريب جو.

(١٥١)

عمر اجائي گذري، ڇڙا حال ٿيام
چپ چهاتي سرتيون، وڃون هوت ويام
هو جي ڏونگر ڏاڪڙا، ڦوليط سڀ پيام
اڄ سيان ايدام، ڪندا ور ويچاري جي.

(١٥٢)

عمر اجائي گذري، وهي آيم ڏيءِ
آءُ سڀاجها سپرين، ڀور ڪارڻ ڏيءِ
ناهي جيڪاڻ جيءِ، ڪا ور ويچاري ور ڪريو.

(١٥٣)

عمر اجائي گذري، اڄا ٿيا اظهار
زاريون ڪيم ذيل مان، روئي زارون زار
مٿم آهه ميار، هوتن حرف نہ ڪڙو.

(١٥٤)

عمر اجائي گذري، ڪارن مٺيو رنگ
مون نهارڻ نہ ڏٺي، سانول سارو سنگ
هن نماڻي جو ننگ، ڪاڪيون ڪيچ ڏٺي تي.



(١٥٥)

عمر اجائي گذري، ڪئي جا جوڀن جاڙ
ڏا لاهن بلور جا، چئني طرفين چاڙ
پارو چل جي پاڙ، مونکي روهين روليو.

(١٥٦)

پنهوان پنهون ٿي ڪريان، آءُ پڻ پنهون پاڻ
اديون ٿيس، اجاڻ، جو ڪين پروڙيم پاڻ کي.

(١٥٧)

جان پروڙيم پاڻ کي، تا پاڻ پنهون آهيان
ڪيهي طرف ڪاهيان، جو طرف مڙيئي تم ٿيا.

(١٥٨)

پيهي پروڙيوم، تا پنهون پاڻئي آهيان
ڏٺي منجهان پاڻ کي، هي ڳالهه پيوم
سچي ڪري ڪيوم، تہ غير گمان اٿي وڃا.



## ڪافي

ڪھن سان ڪيم نہ ڪل، جو سؤدو آندم ڀاڳ سان
سودو ڪھن نہ ڏٺو، آيس منجھ مشڪل
ڪران قيمت ڪان سيٺي، موٽيا تھن مھل
سودي ھھڙي تي اُتي، لائن سڀ نقال
حال ڏسي نا ھنجو، پيو جيڙو منجھ جنجل
ڏوھ نہ موڙڪي ڪو ڏيو، پٽي خلق منجھ خلل
سچل سرافراز ڪيو، آڻي عشق اجھل.



## ڪافي

آھيان آءٌ اسرار، جيڏي ٻولن موڙڪي ڪيڙيون ڀاليو
ڪن نہ ڏيان ڪيھ ٻئي، پيو ران بيزار
نوري ناري ناھيان، آھيان رب جيار
چڙھي شاھي پاڻھجي، ڪيڙم ھت شڪار
آيس ھن عالم ۾، ڀاري چائي ڀار
ماريو آ منصور جي، خوني ھن خمار
آڻيو صدق يقين سان، اديون ٿئي اعتبار
مرشد پانھو نا چئو، سچا تون سردار.

## سارنگ

جيڪي ٦ مکيہ راڳ آھن تن مان ميگھہ ۾ ھڪڙو آھي. سارنگ ۽ ملھار ٻئي ميگھہ راڳ جون شاخون آھن. ميگھہ، ملھار ۽ سارنگ جي ڳائڻ جو نيچر تي اھڙو تہ اثر پئجو وڃي جو يڪدم ڪڪر ڪارونيار اچي ڪڙڪن ۽ ٻادل وسڻ جا ويس، ڪيو برٿر بھاريو چڙھين ٿا، مگر انھيءَ ۾ گنير جي گن جو شرط ضروري آھي. راڳ وديا جي وديارٿين جي وارتا آھي تہ سارنگ ھڪ پکيءَ جو نالو آھي ۽ جنھن کي نڙگھٽ جي ھيٺان ھڪ سوراخ آھي ۽ جڏھن ھو پاڻي پيندو آھي، تڏھن اھو پاڻي انھيءَ سوراخ مان ٻاھر وھي ويندو آھي، تنھن ڪري ھو گھڻو ڪري پياسي رھندو آھي. قدرت وري انھيءَ سارنگ پکيءَ جي آلاپ ۾ اھڙو تہ اثر رکيو آھي جو جڏھن جڏھن ھو سخت پياسي ھوندو آھي ۽ آڪاس طرف نماڻن نيڻن سان آلاپي نھاريندو آھي، تڏھن يڪدم بارش جون بوندون وسي پونديون آھن:

جهن تي هوا پ طرف مکڙو ڪولي، ڇنهڙي ڇڙي اهو ٻوندون جهڙيندو آهي، جي سڌو وڃي سنڌس شڪم ۾ داخل ٿينديون آهن. اهڙيءَ طرح سارنگ پنهنجي پياس ٻجهائي پاڻ کي تازو توانو ڪندو رهندو آهي. جيڪي سر ڏي پکي آلاپي ٿو اهي راڳ جي ماهرن جهڙي مٿن نالو رکيو آهي سارنگ. انهيءَ مٿين ذڪر جي ثابتي جناب گروارجن صاحب جن جي هيٺين بيت مان پڻ ثابت آهي. جهن بزرگ پنهنجي خط ۾ پنهنجي ستگرو جناب گرو رامداس صاحب کي لکيو آهي.

تيرا مک سهاوا جي، سهج ڌن باڻي
چر هوئا ديکي، سارنگ پاڻي.

سارنگ جي ڳائڻ جو وقت ٽاڪ منجهند جو ٿئي ويل آهي ۽ چاڪاڻ ته هر چيز کي تپت ۽ تتيءَ ۾ ملهاري ۽ بهاري جي قدرتيءَ طرح ڪهرج ٿيندي ٿي.



# خيال پنجون

## (ميگهه ملهار)

## سر سارنگ

(١)

ٻريمان ڪٺي جو ٻڙهي، ڪرمڪ جي ڏاڻي
وسائي وس ڪري، پلر جو پاڻي
ٻوندون وسن ٻره جون، ڇم ڇم مان ڇاڻي
سچل ٿيو ساڻسي، صاحب سارنگ آئي.

(٢)

هون ۾ آهين تون، تو ۾ آهيان مان
بجلي ٻادل سان، آهي جن سهرين.

(٣)

سارنگ سدا ساٿ، سرتيون ساڻ آيون
ڦيريو راڳن ناٿ، وڃن ويس، وس ڪيا.

(٢١)

سارنگ ساري رات، وڄڻ مٿي ريج ڪيا
ڪن ڀرڙا سوئيا، ٻره ڦٽي پرڀات
ڀِتِن ٿي پڌرا ٿيا، ڪل ڦل پاتون پات
وائي سيڪهن وات، سچل سارنگ سات جي

(٢٢)

سارنگ صبح آيو، ڪوڙيون ڪري ڪاج
هاري هليا هاج، ڪڙمين هر ڪلهي ڪيا.

(٢٣)

پيئڙ نا پاليو، ته ٻوندن ڪٿي آ ٻس
اڄهو ڙي آيو، وري ويڙ وترو.

(٢٤)

اکين آب وهايو، سرتيون ساري رات
وهائن وڌ ڦڙو، ڀرچن نا پرڀات
پيئڙ ڪان برسات، اکين اوڙط سکيو.

(٢٥)

هڪ وسط پيو وڄط، تيون لهي پيو سيءِ
جهوري وڏن، جهوپيون، ڇن وڏائين ڇيءِ
رنن جو رڄڻ ٻه، والي وسيلو ٿيءِ
حال جني جو هيءِ، تن ڀرور ڪ پناه ٻه.



(٢٦)

اول آندي آئي، ٻويان جهڙ جهجهو
ڪو اولو آسرو، ڪو اوت اڄهو
ڏهيلين ڏجهو، ڀرور ٿيج ڀِتِن ٻه.

(٢٧)

اول آندي آئي، ٻويان هوئي برسات
رعد جي رڙين جي، ڀِڻي نه هوئي بات
ويچارين ورن جي، وائي هيڙي وات
متان وسط هيتان چڪط، سيئي ميون سپ رات
ٻره ڦٽي ٻرڀات، ڪطڪان ڪاندين ڪڏيون.

(٢٨)

اڄ ٻط ٻورب ٻار ڏي، ڪڪرن ڪيڍيا ڪوڙه
صبح ويل سويل جو، سارنگ لاٿي سوڙه
وڄن واڄا واه ڪيا، مينگهه پڳا اڄ موڙه
لوڪان لاٿي لوڙه، مولا ٻهنجي مهرسان.

(٢٩)

اتران اوري، بادل برسي آيا
سر سريلا سوز جا، سارنگ تو سوري
کهوري مان کهوري، اڄهو اگط آيا.

(۳۰)

اُتران اوري، ڪئي چمڪي چمڪاٽ
اڏان ڪيائين اوچتي، لسر، ٻيلي تي لاٽ
منڊل ٿيا مڪران تي، کوڙن جا ڪرڪاٽ
ڪڪرن مٿان ڪينچ جي، ٿڙڪي ڪاڏا ڦاٽ
وري وُٺون واٽ، سچل سائي سنڌ جي.

(۳۱)

سچل سائي سنڌ جي، وري وُٺائون واٽ
جهڙ ڦڙ جهلي آيا، جهڙڪو ڏئي جهاٽ
وسي پيا وڏ ڦڙا، کهير پسائي کهاٽ
لاٿي اڄ اساٽ، سارنگ سنگهارن جي.

(۳۲)

سارنگ آيو سهڻو، بولڻ ڪئي بس
رنگا رنگي وس، قزح ڪڍي نيل تي.





## ڪافي

هيئون هو تن مت آهي آهي
ڪير ڄوي ٿيا ناهي ناهي

۱- فهم فراست عقل ارادت
نيڻ ڀڃا سڀ ناهي ناهي
۲- مست ٿيا مخمور اڏاهين
ڪل نه پئي ڪهڙي ڏاهي ڏاهي
۳- ڏوڙا طالع تن جا جائي
يار جني کي چاهي چاهي
۴- وس مڙيوئي يار سڄڻ جي
هئ نما ڪئي چاهي چاهي
۵- سڳر سياپو يار سڄڻ سان
ڪيئن سچل ڇو ساهي ساهي



## ڪافي

آءٌ ٻانهي تون سائين، ٻانهن ٻانهه ڪجي ڪهڙو
طوفان تنهنجي يار پيارا، ڪانگ اچن من ڪائين
آءُ مولا جي مهر پوئي ڪا، ٿورا مون تي لائين
روز ازل کان تنهنجي آهيان، غير نه مونکي ٻائين
ڪڙي ساعت اڳ سچل جي، پير مبارڪ پائين

(٥)

آءُ راڻا ڏي رنگ، موٽي ڪاڪ ڪندن ڪي
لاهج لڪ خداءِ جي، ڏر و ڀوڙو زنگ
ناميا ڀاڙج نعگ، مهڻين هاب معان ڪرين.

(٦)

آءُ راڻا رنگ لاءِ، موٽي ڪاڪ ڪندن ڪي
ناميا ناڻ خداه جي، ڀيرو ري مت پاه
سوڍا سنده ساه، آءٌ ويٺي ڪانگ اڏائيان.

(٧)

آءُ راڻا رک راز، ندر هن نماڻي سان
توکي ڪريان ڪيترو، ناميا نو نياز
جو ٿي ڪيڙم ناز، تهن مهڻن هاب ڪري ڇڏيو.

(٨)

مون ڏان مهڻا لاهه، مولا ڪارڻ ميندرا
تون تا صاحب سچ جو، هي ڏهاڙ ڏاه
توڙي ٿيس بد راه، ته به ڳل پڇي تو آهيان.

(٩)

ڇڙهندي ساهه ڇڪي، نت مٺا ڏيکارج ميندرا
آندو مونکي، هتهين ڪهين لاڙ لڪي
چاڙهي ڏکي ڏاکهه تي، تهنجي عشق تکي
مرڪو سر سڪي، الهيءَ جي اولاڪ جو.



(١٠)

هي جو ٽيڻو هو، سو اڪر متيمدو ڪونڪو
هيرو زهر زبان سان، هن ڳالهين ڪيڻو هو
نه ته پاڻون پهڻو هو، مونکي زير زمين جي.

(١١)

ڏڪ نه ڏيڻو هو، ته مونکي ميان ميندرا
ناميا پهنجي لنگ کي، تو ايڏو ليڻو هو
زهر پيالو پر ڪري، مونکي پيڻو هو
جيءَ نه جيڻو هو، مونکي هن مهڻين وري.

(١٢)

سوڍل سڪائي، آءٌ پڻ اديون آهيان
راتو ڏينهان مي مکي، وات اها وائي
ڪدا اڏا ڪائي، جو ڪالهه لهندي ڪاڪ تان.

(١٣)

ميان آءٌ ماري، ڏاڍي ڏنو ڏاڪ جي
مهڻيءَ هاب معان ڪرين، ڪاڪ نه ڪج ڪاري
ڪر سوڍا ستاري، ڏوهين مون نه ڏسيج تون.

(١٤)

ڇڪي ڳالهه جوان، سا سڻ ميان ميندرا
آءٌ تهنجي آهيان، تون مهنجو آن
هيءَ ندر تهنجي ناڻ، آهي وڪاڻي ولها.

(٤٨)

لکيا لعل لاڙو، ڪاڪ ڇڏيائون پوئتي
رسيا الهي راهه جي، مومل نه راڻو
نڪا مسجد تڪيو، نڪو تڪاڻو
تاتي تيئن ٿاڻو، جتي مون تون ناهه ڪا.

(٤٩)

مومل ماڻڻ مليا، ڪاڙهي ڪلدار
وجهه آتش دودجا، آئين بهت بخار
سڙي سوزون ويا، ڪي نه ڪيا نروار
باقي برخوردار، ماڙي ڏسي ڀيليا.

(٥٠)

ماڙي ڏسي ڀيليا، باقي برخوردار
ڪي ماڙيءَ کان متي ويا، پرت نه جن پچار
نڪا صورت اتي، نڪا ٿار ٿوار
سرت نڪا سڃيار، نا ڏسڻ وارو ڏيهه.

(٥١)

نه ڏسڻ وارو ڏيهه، نڪا سرت سڃيار
تن تي ڪهڙي آيا، بي خوديءَ جا بار
ڪين ڏٺائون ڪاٿين، روهه نڪا رخسار
الان ڪما ڪان تحقيقا تڪرار
لٿا شور شمار، همه ستان هڪ ٿيا.



## ڪافي

ڪانڌ ٻنان هي ڪاڪيون، ڪوڙي آهي ڪاڪ
١- سوڍل پاڄون سرتيون، مري تي مشتاق
٢- مهنجو ساهه سڪيهر تي، اڄ جي اوطاق
٣- سڪ اچي لهه سهڻين، چور ڪيس چوطاق
٤- سڦري آهي سون ڪان، خاصي ڏيت جي خاڪ
٥- وجهي ويچاريءَ ويو، اديون ڙي اولاڪ
٦- سچل سڪ سوڍي جي، ڇيري ڪيڙو ڇاڪ



## ڪافي

مولڪي تهنجي ساو سڃيار، ڇڏ رساماڻ تون ميندرا
١- ڏوهه نه ڪوئي تو ڏيان، آهي مون ئي سرميار
٢- سڪ سوراخ مون ڪيا، هڏڙي منجهه هزار
٣- موٽ مران تي ميندرا، برهين جا ڙهيءَ بار
٤- ويني ڪري ڪاڪ ۾، هي ويچاري ويچار
٥- سچل سيڻي آئيا، جي دل گهريا دلدار

(٥)

سچڏي ملڪيت مال — رانجهو رڻ ڇڏي هليو
قسمت ڪيس ڪنگال — نه ته حاڪم هيو هزار جو

(٦)

حاڪم تخت هزار جو، قسمت ڪيو ڪنگال
مسڪيني جو مرد ڪي، خطرو نڪو خيال
محبت مستانو ڪري، ههڙو ڪيڙس حال
پهچي جهنگ سيال — جب نه تخت هزار جي.

(٧)

مالڪ الهي ملڪ جو، رانجهن مان راجو
الفت ڪان عطا ٿيس، ڏکن جو ڏاجو
عشق ڪيس آجو، دنيا جي ڪل دود ڪان.

(٨)

مالڪ تخت هزار جو، رانجهو آهي راجا
ڪاني مولکي قلب ۾، قرب هڻئي ڪاجا
ڏکن جا ڏاجا، لکيا هيم لوح ۾.

(٩)

شاهي هيم شان، دلبر پهنجي ديس ۾
سچل آيس اوچتي، ڪٽي سورن جو سامان
چامنجهارون چاڙي آيس، اهو اڏمر ارمان
حيرت ۾ حيران، مولکي هير هٿي ڪيو.



(١٠)

رانجهو ديس، راڄ، مالڪ پهنجي ملڪ جو
اديون عشق اندو ڪيو، پيرم ڪين سماءُ
ڪهُورن ڪيو ڪهاءُ، هئي اڄي هير جي.

(١١)

اچڻ اوکو مون ديو، هاريون آدم دير
پهنجي لڪي پاڻ ڪي، باڙڻ ٻڌي تقدير
ڪانه هلي تدبير، قسمت ڪيد الماس ان.

(١٢)

جوڳيا ويس، ڪي، لاٿم سڀ لباس
پٽ پٿيهر ٻه فقا، لپٽ ڪيم لاس
ڪيم ليهه نراس، دنيا جي سڀ دود ڪان.

(١٣)

مولکي ماءُ ڪيو، چوچڪ ڏئي چريو
عقل هوش ليو، مهنجو محبت وارئين.

(١٤)

چوچڪ ڏئي چريو، مولکي ڪيو ماءُ
پيرم ڪونه سماءُ، آيل عشق اندو ڪيو.

(١٥)

شاهه هزاري هوت کي، محبت ڪيو مهار
عاشقن کي آر، ڪهڙو آهه قريب ڪان.

(١٦)

مون نہ محبت کان موٽان، هتي اچي هاڻ
ڪاڻ ڪني جي ڪاڻ، ڳڻتون چاريندس ڳوٺ جون.

(١٧)

ڳڻتون چاريندس ڳوٺ جون، ڪاڻ ڪني جي ڪاڻ
اهـا روح رهاڻ، من پي ميلي محبوب سان.

(١٨)

ڪاڻ ڪني جي ڪاڻ، ڳليون ٿيس ڳنوار
من مون ملي يار، لهن ڏولا ڏيل ڪان.

(١٩)

لو رنگ ندورو، ڪيڙو وجهان ڪوه
مهنجي رانجهو روح، سدا وسي سرتيون

(٢٠)

ڪيڙي نا ميڙي، مولا مولکي جيڏيون
جهنگ سچو جهيڙي، تہ بہ رانجهن مهنجي روح ۾.

(٢١)

ڪيڙو وجهان ڪـوه، لو رنگ ندورو
مون دل ديرو، هزاري جي هوت جو.

(٢٢)

واحد شال وجهين، چڱي چوچڪ چت
برور ڪيـن پت، سدا سڪ وارئين.



(٢٣)

ريجهي روح رانجهي سان، ڪيڙو ڪيڙ تار
وڏون وجهي وچ ۾، چوچڪ ڏس چنڊال
مادر مٺا ڏي جهجها، جهيڙي جهنگ سيال
منو مـون مهوال، متو لکان مور نہ وسري.

(٢٤)

مر هر ويٺو هير جي، رانجهو ڏسي راه
ويٺو وجائي ونجهلي، چاهون تي چناه
سانڍيو وتي ساه، سچل سور سڄڻ جا.

(٢٥)

لوڏي ڪي پائون لوهمان، رانجهن رمزدار
جاتي هليو جان تي، جوڪن جو جنسار
مرلـي مٺيادار، چوريون وتي چاه مان.

(٢٦)

الستي آواز ڪو، مهنجي ڪن پيو
هردي اندر هير جي، آهي ڪو نہ ٻيو
مرلي مست ڪيو، جو ڳيڙن جي جيڏيون.

(٢٧)

ڪارهـر قتيل، گوڏين وڏا گوڏڙي
منڊيو وتي منهن سان، ٽانگ نسورا نيل
رانجهن جي رسيل، مرلي مستانو ڪيو.

## ڪافي

اڄ جوڳي آيو، نانءُ تهن جو نٿي ڄاڻان

١- سر جٽائون جوڳين واريون، لڳين ڀسمي لايو

٢- ڪنڌ من نه ڏنم ڏيه، انهيءَ ۾ مولا آڻ ملايو

٣- ڏسڻ سان انهيءَ جوڳيءَ جي مون، ڏاڍو ٻور ٻرايو

٤- سيو بازارين کهڻ کهکهون، ڇم ڇم تهن ڇڻڪايو

٥- ذات انهيءَ جي نٿي سڃاڻان، ڇنڊين ڀاڻ ڇپايو

٦- ڏري جوڳي ڏرتي سڃيا سي، تهن مئي ڏان دسڏايو

٧- سوائي ساڳيو رانجهو هيرو، سچل سر سٽايو



## ڪافي

جوڳي آهيان جوڳي آهيان، گوگو جڳ جو آن

١- نڪي مُلان نڪي پانڊت، نڪي ورق قرآن

٢- نڪي پوٿي نڪي ٻوڙايي، نڪي ڪيتا گيان

٣- نڪي اوله نڪي اوڀر، نه مان زمين آسمان

٤- ڪاريهر قتل ڪيا ان تو، مرلي سان مستان

٥- ڏيهي سچل جو درس دارازين، مڪي نه ملتان.



ڪليان جي معنيٰ آهي "آنند"، "سک"، "آرام". سنڌ ملڪ ۾ ڪليان لفظ جي ٻئين نون کي ڦوڙڻ سان متايو ويو آهي. ڪليان رات جي راڳڻي جو منڊ آهي ۽ رات جي وقت چار جو وقت، ڪليان جي ڳائڻ جو وقت آهي. هي پهر ديوتائن جي آرتي جو وقت آهي ۽ اهوئي سبب آهي جو انهيءَ ڪنهن سر کي، جنهن ۾ آنند ۽ آرام ٻئي موجود آهن، اهو وقت ڏنو ويو آهي. انهيءَ کانسواءِ ساري ڏينهن جي هڄ هڄ ۽ ٿڪاوٽ بعد، منش جي من کي آرام ۽ شانتي جي ضرورت ٿئي ٿي ۽ تنهن ڪري اهڙي موقع تي اهڙو سر سرائڻ گهرجي، جنهن جي ٻڌڻ سان من کي آنند پراپت ٿئي. ڪليان رات جي ۹ بجي ڌاڌين ڳائي سگهجي ٿو. شام ڪليان، شام جو شفق ڪلڻ جي وقت ڳائڻ شروع ڪبا آهن. ڪليان ديپڪ راڳ جي هڪ شاخ آهي. ڪليان جي سرمان گهٽيون راڳڻيون نڪرن ٿيون. هن سر جا جيڪي قسم آهن، انهن مان هر هڪ جو روپ نرالو آهي. شام ڪليان سانولي صورت يعني ڪرشن رنگ

آهي. ٻوپ ڪليان ۽ همير ڪليان جو سروپ
رت ورڻ يعني گهڙو گهاٽو آهي. ٻوپالي ڪليان
۽ ٻوپ ڪليان ۾ ٿورو تفاوت جو فرق آهي. ٻوپ
جو روپ مرد جو ۽ ٻوپاليءَ جو استري جو آهي.
يمن ڪليان جنهن کي هن ملڪ ۾ يا يمن ڪليان
ڪري ڪوٺيندا آهن، ان جي سنسڪرت ۾
معنيٰ آهي "بدنش نه ڪاوڻ"، انهيءَ جو هيءُ
مطلب آهي ته هن سر ۾ اهڙو ته تاثير آهي جو
گهڻي ٻڌڻ يا ڳائڻ سان روح کي سنساري خيالن
کان روڪي رب جي طرف رجوع ڪيو ڇڏي.
ڪن جو قياس آهي ته اهو سر اصل يمن
ولايت جي ڳائڻي جي ڪيمن جي ايجاد آهي،
تنهنڪري منجهس "يمن" جو لفظ پيل آهي، جنهن کي
اڳيان الف زائد ڏيئي ايمن ڪوٺيو ويو.
ڪليان پنهنجي ناليواريءَ صورت ۾، پنهنجي
سنگهاسن (تخت) تي محلات اندر، ڌار جي
سازن کي ڳائيندڙن سان نهايت ساتيڪي نموني
۾ ويٺو ڳائي. ڪليان جي ٽن قسمن مان
شام ۽ جيجيونتي ڪليان منجهان هڪ ٻه شانتي
بخش آهن.

# خيال اٺون
(سمو گنڌري)

# سر ڪليان

(١)

تون سمو سردار، آءُ ميڏي مهاڏي آهيان
شاها تهنجي شفقت جو ۽ آهي ڪون شمار
ڪنڌي ڪاندر گهڻن ڪيو، تي ساري عالم عار
مٿي محب مدار، تو ساري ڪينجهر جر ڪيو.

(٢)

تون سمو سلطان، آءُ ميڏي مهاڏي آهيان
جي تون مهربان، ته ڪهڙي ڪاڻ ڪرم جي.

(٣)

تون سمو سائين، آءُ ميڏي مهاڏي آهيان
مون لئه رهائين، جو ٻانهءُ لڳي آئجي.

(٤)

ٻانهءُ لڳي آهيان، آهيان ادا ڏي
سمي سچا ڏي، چارو چام ڪاهي ڪنيو.

(١٢)

ڪينجھر سندي ڪنڌئين، ڪن ڏوڙون ۽ ڏنڊيون
ڇڪ جيھون ڇوليون، جام وھاري وٽ ھ.

(١٣)

منھ نہ موچاريون اھي، لڳن ڏي ليڙيون
جام وھاري وٽ ھ، ڪري ملاحن ميڙيون
پکيون پونڪيون جوڙي ڏي، ڏن ڇڪڙ ڏو ڀيڙيون
وڏن ماڻڪ مير ڪسان، جھيري جھيڙيون
توڙي اھڙيون اوڙيون، تہ بہ سمي جام سھايون.

(١٤)

ڪن ڏي پاليا پيت، ڪمن ڪالورن سان
سي ڏا تيل ڦليل سان، تيون ملائن ميت
جام جواھر جي ڪري، ڏو اُنھن پار اُميت
ڪتي لاڪيڙي ليت، ميرڻ جام مھاڻن ڏي.

(١٥)

جڏھي اڏ ھنڌ، عمر ساري اھڙي
سمي جي سھاڳ تي، آيون ڏاڏي انڊ
تني جي طولان جون، پيون ھاڪون ھنڌ
ڏليون ڏِ وليون چڙھيون، پيران ھون نہ ھنڌ
سي انداميون سنڌ، جڙيا جواھرن ھ.



(١٦)

نوري ناڊر جام کي، ڪي ڇڪايون ڇاتيون
ڦڪل ڦند ڏياريون، تھن ڦيري ڦيراتيون
وڏون سو واٽيون، تو ڏي ڏھاڙي ڏن کي.

(١٧)

مون مڪ ھڪ ڏرار، چار ڏرارا موڏتين
ڏھن برابر نہ ڏين، نوري جال جوھار
جو پاڻ پيو ھڙو، مھاڻي مٽيار
مر ڪينجھر ڪري ڏرار، جھن جو چارو جام ڪلھي ڪنيو.

(١٨)

ڏارازي جي نوري، مڪ موڏن ڏي نہ ڏيان
پيڙا ڏيڙا نا وڏسان، نوري، نہ ڏوري
کھوري آ ۽ کھوري، جو چارو جام ڪلھي ڪنيو.

(١٩)

مڪ برابر نہ ڪريان، ماڻڪ موڏن ساڻ
سمو جام سچاڻ، جھن چارو جام ڪلھي ڪنيو.

(٢٠)

مڇي جن موڙا، ھاچارن گندئين گوھڙين
بڻتسر، بيغا، زرجا، ڀيا جھاڳا ۽ جھوڙا
ڀاڻين ڪلھين ڪين جن، چوڏين ڏن چڙا
ڪوڙيون ۽ ڪوڙا، سچا سمي سپ ڪيا.

(۲۱)

رنگ ڪاري رويون، مڙني ملاحن جون
ڪنيو ڪارن ڪاڇون، ڏرا ۽ ڏويون
بي حد جن بويون، تن تي عطر اوتيا.

(۲۲)

ڪڏرا ٻي ڏوء ۽ پيون ڪوجان مارن ڪانگڻيون
تن مان ڪڪي جي اچي، برابر بد بوء
لاهي ليڙيون لانگڻيون، ملئيون خوشبوء
رنگ سوني جي روء، صورت تن تي سوهڻي.

(۲۳)

منهن مٺي ميريون، هيون بيهوديون ٻچڙيون
کهڙ کهڙ ڪندڙيون کهنگهور، چم چم پئيون چيريون
سمي ڀاڳ سهاڳ ڏني، هيون اهي هيريون
لوهاڻيون لوڙيون، پارس لڳي سون ٿيون.

(۲۴)

پارس لڳي سون ٿيون، لوهاڻيون لوڙيون
جهل جهڳن کي ڪانڪا، وريون ۽ ويريون
منکلين وهن ميرجي، مهاڻيون ميريون
سمي ڏنا سهاڳ کي، سهج ۽ سيريون
ڪوجهن منجهان سهڻيون، ٿيون جهٽ پٽ جهيريون
تماچي تيريون، ڪينجهر جون ڪنيون ڪٽي.



(۲۵)

منهن مٺي ميرا، هوا بيهودا ٻچڙا
سمي جي سهاڳ تي، ٿيا ڳاندر ڳيرا
ڏسو ڏهاڙي ڏئي ٿو، در تنهن ڏيرا
سانجهر سويرا، سي کين طعام خوشي مان.

(۲۶)

ترڪو جن تريون، ڪوڙ ڪوڏيون ڪيچ ۾
لڙهون تني موتين، اٽڪن سون سنهريون
زيور ۽ پازيب پيا، زري باف زريون
ڪينجهر پٽي پريون، آهيڙن انعام ٿيون.

(۲۷)

جني ڏوء ڏرا، ڪئين ڪر ڪوڏيون
مٿي ڀيرين لنڪا سي، ڳاندر سي ڳرا
پاهان پساط پرا، سمي جي سهاڳ ڪيا.

(۲۸)

ڪونتر پيران ڪر، ناتو ناپي سان هيو
ترن جا تهن تار ۾، راوُن ڪيا تي رم
ترت طماچي جام پٺي، در تني جي ڏم
هوا ڪو شاڻت ڪم، پارء لڳي پدرا ٿيا.

(۲۹)

بهر ڏوڏا جن ڏاج، قوت جني ڪر ڪوڏيون
اهن جو احتياج، تو تماچي ڪيڏو ڪيو.

( ٣٠ )

تماچي ڪيڏو ڪڍي، انهن جو احتياج
محبت ڪيو محتاج، نه ته ڪير تماچي ڪڍ ري.

( ٣١ )

نه کهن روءِ نه رنگ، هوا بيهودا ٻچڙا
اڄ پڙ انهن جي ٿيا، پيرن هيٺ پلنگ،
مياڻيون معائي ٿيون، نه ابوا ب نه انگ
پٽ اوڍين اڙهنگ، سمي جي سهاڳ تي.

( ٣٢ )

ڀوڏيون ۽ ڀلا، ٿي مهاڻن ماريا
لک هزارين حاڪمين، ٿي ڪاڏا تني ڪلا
ڪڙهيون هن ڪنڌن تي، ڏاڍ ٿيا ٿن ڏلا
دمڙي ٿن نه دست ۾، هوا ڏڙا ڏکر ٿلها
ميڻن گهوا اڄ مال جا، ٿيڙا ڏمر ڏلا
ڪينجهر کهن لاڏ ڪيون، ڪيو روس دلا
ڪاجا اڪڙين ۾ هوئي، ميڻي قيمت ڪلا
اڪلا ۽ سڪلا، سمي ذاءِ سڄا ڏٺا.

( ٣٣ )

ميڻن مڻي آيا، سالو ۽ سالور
چڙهيو ساڄو ڏول ۾، ٿي ڪر هلائي هور
راتو ڏيهاڻ راڄ جا، ٿيا ملاحن منڪور
سي حاضر منجهه حضور، ويهن تماچي ڄام جي.



( ٣٤ )

تون سمو سرتاج، آءٌ ميڻي مهاڻي آهيان
لائي پهنجي لطف سان، اسان ڪان احتياج
ميڻي سدو محتاج، ڪينجهر سارو توڪيو.

( ٣٥ )

لانگو تيون لاشيون، ووءِ وهل جي وچ ۾
ڀلءِ لکي ڄام جي، خوار ٿيون خاشيون
لعلن ياقوتن جون وٽن، ڪيهن ڪماشون
ڏاڍي تماچي جون وٽن، طرحين تلاشون
جن ڀاسا هريل ڀن تي، ٿن فرشين فراشون
روءِ هيون راشون، ڀر سمي ڄام سهايون.

( ٣٦ )

هوا خام خسيس، ڪينجهر سهدي ڪنڌئين
موراڻون مڇيءَ جا، هوا ڪل حريص
ڏڏيون توڙيون ٿن ڪني، ڀاڻا ڙيون سڀ ڀس،
جڏهن تماچي ڄام ٿي، ميڻن سان مجليس
ڀاسي هيٺ اچي پيا، انهن جي اطليس،
سون رڇي سرسا ٿيا، هيڪر لڌن هيس،
واتين انهن سان ڪري، هر هر ڄام حديث
مهراڻون محبت جي، ڏني انهن آسيس
ڪير ڪندو ٿن ريس، سمي جي سهائيون.

(٤٦)

مڙئي مجلس مير، ماڇي ڪن ماڻا
مڪڙ ۽ ماڪين جا، ڇٽن ٿا ڇاڻا
ڪُڪُئي جا ڪاڻا، ڏمهڙن ڏمبا ڪيا.

(٤٧)

اڳ نه سڻيا ڪڏهين، ماڇي ٿيا مير
مڪڙيون ڪيون تن جون، تماچي تعمير
جهونگا سي جهير، ماڇن مان ملاح ٿيا.

(٤٨)

ملي مهاڻا مير سان، ٿيڙا مير بحر
ڪاريون ڪن ٿهر، راڄ سندي رعيت سان.

(٤٩)

سڏ جني ڏوڏا، ڀرڙ ٻاڏوڙا ٿين
پيتا وڃن تن جا، ڪپ اندر کوڏا
ڦيلن ڦيڪٿين، لاڏو ڏين لوڏا
اُهي آڙيو اوڏا، تو ويڙ وهاري وٽ ۾.

(٥٠)

لاڏيون لاڏ لڏن، ڪينجهر سندي ڪنڌئين
ڪاريون ٿيون ڪڏن، سمي جي سهاڳ تي.



(٥١)

ڏُڪني ڪي ڏولين، جام تماچي جا ڙهيو
ليلم نوري ڪي وجهي، تو جواهر جهولين
زري ڦلاٻات جا، ڦمڻ ڇڪر تي ڇولين
ڇٽڪائي ڇولين، هيرا لڪان لڪٽين.

(٥٢)

ڪوجهون رنگ ڪاريون، منهن نه موچاريون اُهي
سي ڪيئو ڪالورن جون، سر ڪڻن ڪاريون
ڪيٽي ڪٽي ڪڪيريون، آقا تو آريون
ڏکن سالو سر سي ڪلهين ڪيئا ريون
زور ڇڏي زاريون، تو تماچي تن ڪري.

(٥٣)

ٻي هوا بي آب هوا، ڪينجهر متي ڪنڌئين
ٻاڻ لڳي جام جي، ٿيڙن جوڙ جواب
ٻيا سڀ حرف حساب، ملاحن معاف ٿيا.

(٥٤)

ڪارن ڪالن ڪي، ڪولتلن ڪڙهيون
ڪي وتن ڇيڪ ڇڙيون، ڪي تازي تنهين ۾.

(٥٥)

اڙ نه جن لڳن تي، ٻانهين ڪيمن ڇٽيون
ٻاڻ لڳي جام جي، ڇيهن ڪان ڇٽيون
تن لانگوتن لٽيون، ٿي مهرن لعلون لاڏسين.

(٥٦)

سا هوا لانگوٽيا لول، ڪوڙا ڪهين نه ڪرڄا
ڏاڍي مڏيڪان تن، ڪن جو ڪين جهول
غلم غاب غاليچا، ڏاڍي تني ڪي طول
مڏيون مال ڏسي ادي، غمزا ڄڻن غول
قدر تن کي ڪهڙو، جي آهن اولجلول
پيا منجهه الول، تن چاريون چار وسار ڏيا.

(٥٧)

سهيون لس لانگوٽيون، ٻه صدقي سمي جام جي
تن ميا ڏٺيون معاف ٿيون، جي سيا چوٽيون
ميون ريجهائي راڄ کي، ماڻهن سان موٽيون
تن جون ڪٽي ڪيتريون، جام سمو تو ٿيون
ڪريون ۽ ڪوٽيون، ته به آخر لنگه تماچي تي.

(٥٨)

سا مهاڻي مرڪ، جان تماچي طويل ٿيو
مٺي ميٺي گلاب جو، تو اوتي عطر عرق
ڪيائين ڪوڙ فرق، پاڻ ڪٽ ڏائين ڪالدرين.

(٥٩)

ساجن مان ٻڇاڙي ٻانسر، آئي عام خلق کي
تن سان سمي جام جا، ايڙا ٿيا اخلاص
عطر عنبير مشڪ جا، وڪين ڏين واس
لڪين ڪن لباس، زري ۽ زرباف جا.



(٦٠)

سا ڪڍيو ڪالوڙاء، جن آندا اڏو ٻعڪ ۾
پيرين لتر ڪونه تن، ڪن جڙائو جوڙا
مهران سون سمو ڏيٺي، روپا پيا روڙا
ڏيهن ۾ ڏوڙا، ٿيا سمي جي سهاڳ سين.

(٦١)

ٿي لانگوٽيون لوڙ، ڪمن ۾ ڪلورن جي
ناهي ۽ ڏٺ ڏپ جا، آڻيو ڪين اروڙ
تني مشڪ عطر ٿيا، جت ڪڪري جا ڪوڙ
سي ڪن ڪيهارين ڪهڙا، پيا جواهر جا جوڙ
مٺي ڪڏي موڙ، ڪهڙيو تماچي تن ۾.

(٦٢)

مڪ برابر نه ڏيان، لوڙي پرين موتين ماڻ
جو مون ڪميٺي ڪاڻ، چارو جام ڪاهي ڪنيو.

(٦٣)

چام ڪنيو چارو، مرڪي ملاحن جو
ڪل ڪينجهر ڪنارو، مهاڻن معافي ڏيو.

(٦٤)

موتي مٺي مڪ جي، وڏا ان لئه ڏيٺا
پي برابر نه ڪريان، ڏکندين ٿيٺا
اسين تا هيٺا، ٻر چارو جام ڪاهي ڪنيو.

( ٦٥ )

مڪ موتن تي نه ڏيان، توڙي پاتون ڏات
ڪو جهي مون ڪم ذات، ٻرچارو جام ڪلهي ڪنيو.

( ٦٦ )

مڪ موتن تي نه ڏيان، وهي منجهه محلات
سندم ڪنهي ذات، ٻرچارو جام ڪلهي ڪنيو.

( ٦٧ )

هوا تو لا ڪين توت، ٻرنادر جام نوازيا
ڏاڀا، لوڙهه، ڪلورتي، ڏڪيا نون ڦوت
ڪيا وتن خمار، ۽ انين ڀهر الوت
ڪينجهر سندين ڪنڌئين، ٿيا لانگوٽا لکه لوت
ٻنوريون ٿيون ڀينگهڻين، ڪن جهيريون جهوت
ڇڇي هاڻن ڇوت، ڪيون مرد ميا ڏيون.

( ٦٨ )

ساجن ٿي ڏکيا ڦٽ، ٿيا ڪلين قيمن هيروان
ڪو جها ڪهين نه ڪم جا، ککيرا کهت
دشالا سي سرتي، شالون ٻنڌن ٻت
زمرد ۽ ياقوت جي، ٿي لعلن هيرن لت
سمي سي معافي ڪئي، سا تن تان ست ڪت
لتا ذيل انهن تان، ڪلي ٿين ڇڙ ڇت
عيب ڏسي عامن جا، ڪيائين ڪان اڀت
انهن جام اکت، موتي ماڻڪ تو ڏئي.



( ٦٩ )

ڪيت متي پوتي، هوئي ماڪين مهاڻن کي
پاڻي پوندي تن هوئي، چڪ جيهي چوتي
گاندراچ گلاب جي، عطر عنبر اوتي
منهن لکس، موتي، سمي جي سهاڳڙ.

( ٧٠ )

ڏو چارو جام کٽي، مرڪيو ملاحن جو
زري ڪان زرباد لي، ٿي چڪير چڙهي
سهڄون سون رپا ڏيئي، ماڻڪ ميڙي مٽي
خيما خوب ڦدا تان، ديڄون ڏت هٽي
ڳاڙها ڏا نه ڳٽي، ڏي جال جواهرتن کي.

( ٧١ )

تما چي طرا، تو سڏيون ٻڌائي تن کي
شوقون وطن شڪارتي، ڪنيو زور زرا
ڪڍائين ڪرا، سي ٻنهي ڪينجهر ڪنڌئين.

( ٧٢ )

سرا تو ڏيهان ڏپ، ڏين وڏن ڀتاڙ
ٿي ٻوڙيون وهه وهڙ، ڪيئي جهيرن جهپ
هو روز جڻي جي رب، سي اچ ڪلين حلون هيروان.

( ٧٣ )

ساماڻي جي من ۾، نرهو ڪيوب ڳاءِ
تڏهن ريجهايائين راءِ، نيڻن سان ناز ڪري.

( ٧٤ )

ويٺي بازر وچ ۾، هٿ ڪڪئي هاڻس،
درن ڪاڻ ڏهن ۾، ٻن وڏا پاڻس
توئي مهاڻي ماڻس، هن سان ڪرم ڪري ڪيو.

( ٧٥ )

پيون ٻي ڄار ڇري هليون، ٻڌي ڏوڙا ڏاڻايون
هلي ترڪڪئي ڪوڙ سان، ٻيڇ ڪي ڳالهايون
مضمون چاهي ملاح جو، جهن راهه ڪٽي رايون
نوريءَ اڳيان نازمان، جڏهن چت اکيون چايون
تڏهن سمجهي سايون، ٻوليندڙيون ٻاتيون ويون.

( ٧٦ )

ڪڪي ماڻس ڪاريون، ڇڄي پٽس، ڇڄ
پاند تهين جي پاند سان، لڳو تني لڄ
سمو جام سهڄ، اُٻو انهن سان ڪري.

( ٧٧ )

سالتو لاڪوتيـن جي، پڪين ڄام ڄلي
مٺين پيون مسندان، جهڳي پاس جهلي
ماڻڪ ۽ موتيـن، ٻولي ڇول ڇلي
ڪينجهر سب ڪلي، ڇڻ اصل ڪان اهڙو هيو.



## ڪافي

محبت عشق مولا جي - ڳهڻا سي ڳهوت ڳهايا ها
هزارين ساهه ساڄن تان - گهوريون گهوري گهمايا ها
١- وره جي وات تي ويرن - ڪلهن ڪان ڪند ڪپايا ها
ڪني سر شاهه ساڄن لءِ - مٿي سوري سنيايا ها
٢- ڏيو ٿن ميٺو موڙ - تڪي ڪهن ٿاهه ڏايا ها
مٿا منڇان تي مستن - وتي جي وت وڏايا ها
٣- انهيءَ ٻڙ ۾ پهلوانن - جو شٿون جيڙا جلايا ها
ڪنيا جي موج محبت جي - اهي هن سار آيا ها
٤- لسنڪر هن نيهه جي ذاتي - ڳهڻن جا سر ڳنوايا ها
سچل اڄ تي صدق تن ڏان - جني رنگڙا رچايا ها



## ڪافي

محبوب ڳولي ڏس من ۾، معشوق ڳولي ڏس من ۾
١- واه ڪاريگر ساز بڻايئي، ڪن فيڪون جي ڪن ۾
٢- بي فائدو بازار ڪهمين ٿو، گل ڦل باغ بدن ۾
٣- ڇو ريءَ ڇوريءَ سير ڪرين ٿو، تهنجو چاند چمن ۾
٤- سرس ڪري سينگار سچار اچ، دوست آيو درسن ۾
٥- دلبر ديرو دائم دل ۾، ڇو ديکين ٻي درپن ۾
٦- فيض فاروقي فائق بخشو، فهمائي هن فن ۾
٧- سچل سائين صحي ڪري ڄاڻ، يار ڳڻ يو ڪڪه پن ۾

# سورٺ

سورٺ جو سر اصل کان گجرات ۽ ڪاٺيا واڙ ملڪ ۾ ڄڃجو جهونگاريو ويو آهي. جهونا ڳڙهه توڙي انيرهه جو ملڪ پڻ گجرات ۽ ڪاٺيا واڙ ۾ اچي وڃن ٿا. راءِ ڏياچ هن سر تي ڏاڍو اڪن ڇڪن هيو. ڇڪن به اهڙو ڇڪن جو سر سڻندي ڪنڌ ڪٽڻ کان ڪنڌ ڪين ڪيدايائين. سر سورٺ مٿان سورٺ ور گويا اين ۽ مست هيو، جيئن ڌانگر مرليءَ تي. لکيتن ۾ آيو آهي ته اهو سر راءِ ڏياچ جي استري سورٺ ڳائي راجا کي ريجهائيندي هوئي. تهن ڪري مٿس، سورٺ ڌلو وڏل آهي. چارڻ کي جو اهتاسند هوئي ته راءِ جي ريجهه سر سورٺ سان آهي، تهن پڻ ساڳيو سر سرائي راجا کي ريجهائي سر ورتو آهي. ڪن جي ڪهاڻي آهي ته راءِ ڏياچ جي شهادت بعد سورٺ پهنجي پياري ور جي ويراڳ وارا ورلاپ انهيءَ سر ۾ سرايا آهن. پر اها روايت وسهڻ جوڳي نه آهي ۽ ڇاڪاڻ ته راءِ ڏياچ جي رحلت وقت سورٺ ستي ٿي ڏاکهه چڙهي آهي. تهن



ڪري ڀرين راوي جي روايت روا رکي وڃي ٿي. سورٺ ڪماچ ٺاٺ جي راڳڻي آهي. سورٺ جي راڳڻي پهرين رات جو يعني رات جي ٻي پهر ۾ ڳائي وڃي ٿي. سورٺ جي تصوير نهايت نفيس ۽ نازنين آهي. چپ سڌا، مرڪ نين (آهو چشم) جواهرات سان جڙائو پوشاڪ تن تي تطيل، ناز انداز جو ته اندازو ئي ڪونهيس. سورٺ جي راڳڻي جهڙي من موهيندڙ بلڪ بي خود ڪندڙ ڪا ٻي ڇڏي راڳڻي هوندي. ڀلا جهن سر سر ورتو، تهن ۾ تاثير به تاثير هوندو.



(٩)

هليو ساز سروڊ سان، ڪري الله توهار
ڇوتيءَ چاڙهي چنگ کي، تورئين تند تنوار
عرض ڪيائين آڳا ڪي، سوب ڏئين ستار
ڏاتر مون ڏيکار، ڏولي راهه ڏياچ جي.

(١٠)

ڪنگرا ڪوٽن جا، نيريان ڏٺا پاٽ
سنهيري سروڊن سان، سالڪ ڪيا ساٽ
ڦيري سازن ڦاٽ، سورئين سر سورٺ کي.

(١١)

سوري سر سورٺ کي، تندون ڪيئن ڏازيون
ڏائي ڏاور کي ڪيون، عجز مان آزيون
ڏره جون ڏازيون، ڪيئڻ سان ڪتاءِ مون.

(١٢)

ڏاڍي ڏاٽ سروڊ جو، ڪنڊئين وينو ڪوٽ
تنوارئين تندڙي، اٿي ٻهراوٽ
چارڻ جي چنگ جي، چڪي لڳي چوٽ
گهر ڪٽي پوءِ گهوٽ، ٻئي پان پڌار ڪان.



(١٣)

ٻهرائڻ لاءِ ٻاٽ کي، ڪنيئر کوايو
سالڪ سندي ساز کي، صاحب سهرايو
لنگهي ڪي لاڳ ڏيو، فائق ڦرمايو
ٻاٽ وجهي پايو، پٽ پٽيهو ڏا ڏنا.

(١٤)

ٻهڪڻ اکيان ٻول جي، ٻيجل ٻولايو
لنگهي لاڳ نه لهڻا، نه پٽ ڀيڙ آيو
سناجهي ڪر سعيو، سر جي سورٺ ورتون.

(١٥)

سر جو سورٺ ور تون، سکهي ڪر سعيو
مڱڻي موتڻ مهڻو، جو ڏاڏاهر آيو
ڪشتي ڪٽو نه وٺي، ٻل وڪرو وڌايو
ڪات ڪلهين پايو، ته ڪامل اچين قبول ٿي.

(١٦)

سٽن هن سائل جي، ڪيو هاڪ کي حيران
هيرا موتي موتيا، ڏايو وٺي لس ڏان
مڱتو مهمان، سدا سوالي سر جو.

(١٧)

سدا سوالي سر جو، آ مڱڻو مهمان
مڱڻي موٽائڻ جو، شاهن ناهي شان
راڄا پنهنجي روح ۾، آڻج نا ارمان
مايا ڄاڻج ڄاڙ ۾، وهم سڀ ڪمان
ڪرتاري ڪيان، مليو مڱڻهار ڪان.

(١٨)

مٿي رڌي منگتي، موٽڻ آ مهڻو
لڳي آ اهڻو، سچل سر سردار جو.

(١٩)

ڪوڙان جاجڪ جان، ڪئي منگتي مهڻ
ڪهر ڪهر پڌي ڳوٺ جي، روڻن سندي رڙ
لوڪن لڳي ڙڙ، پڌي پيچل ٻوليون.

(٢٠)

لوڪن لکيو نه ڪائي، ڪير سالڪ ڪي سمجهن
راڄا ڪي رمزن، چاوڙ جي چريو ڪريو.

(٢١)

ڳڙهه اندر ڳاتو، جاجڪ منجهان جوش
سٽي رڙ روڻن جي، ڪرتاري جي ڪوش
هاتڪ منجهان جوش، پٽ ويو نڪري.



(٢٢)

جاجڪ منجهان جوش، ڳڙهه اندر ڳاتو
لنگهي جو لاتو، سو سرڙ ڪهن سهي ڪيو.

(٢٣)

ڏالي ڏاءِ ڏڪي جي، سر جو وڏم سوال
هيرن هير نه مڱڻي، موٽائي وچ مال
مٿو ڏيئي منگتي، محڪم ڪر مثال
سچا سارو سال، هوندس سوالي سر جو.

(٢٤)

پاڻ وهي پنڌي تو، تنڌڙي ڏنوا ري
ماري وري منگتا، تو جنڌڙي جياري
کهر تو ڏيان ڏوليون، موتين مهاري
پڙهه جو تو پرير جي، آهه پڪڙي پياري
مافا وٽ هي موتين، جڙاءُ جواهري
سلطنت ساري، سالڪ تو صدقي ڪريان.

(٢٥)

سالڪ سڀ صدقو ڪري، راءِ مٿان تو راڄ
الهي ڇڏيان تو سندا، سمورا احتياج
جڳيون ڏيان ء چاشيون، خاصا ڏيان ء ڪاڄ
ڪامل تهنجا ڪاڄ، ٻئي هر سڀ پورا ڪريان.

(٢٦)

آهيان سوالي سر جو، کهوٽ نه کهرجي راڄ
مڱڻو نا محتاج، ماڻڪ موتي مال جو.

(٢٧)

راڄ نه کهرجي راءِ، ڪيم سر سوال
اهو هڪ حلال، ٻيا سڀ مون حرام ٿيا.

(٢٨)

سورٺ مٿان مڱتي، کهوران ٿي کهوري
رهيا سون سبيل وٽ، تارازيءَ توري
مٿو وڄ نه منگتا، مڪهو ٻن موري
لائق نه هڪ توري، سورٺ تهنجي سيرين.

(٢٩)

چارڻ ويٺو چاه مان، چاڙهي چنگ چوري
سورٺ پهنجو حال ٿي، عطائي اوري
ٻاٽ نه ڪري ماٺ، ويٺو سازن کي سوري
ڪنڌ نه وٽ ڪوري، ڏکيءَ جي ڏياچ جو.

(٣٠)

سالڪ سازسرود جي، سرسان سر ڪنيو
ٻيڙي تي ليو، مٿو تهن مهمير جو.



ڪافي

ڪم نه عاشق سو ڪرين - جن ۾ تهنجي تعريف ٿئي
ڪرڻ ملامت سر مٿي - مر ڏيه تو طعنا ڏئي
١- ٻره ۾ بدنام ٿي - پيو ڪين ٿي ڪنهن ڪيءِ
عشق جي درياءَ جي - ڇولي ڇڪي مر تو نئي
٢- پوءِ تا خبر ساري پوي - هن دوست جي پهڪڙي ٿئي
راه ڪم ڪر پاهنجي - وئون وکه نه ڪهن پهڳڻ ڏئي
٣- پيچ حجابان پڪر پوءِ - لوڻيو تو ڪي ڪهڙي لئي
ڇا ڏيندو پوءِ تا سچل - هيءَ هيءَ انهيءَ ورهين وئي



ڪافي

ٻره جي ٻازار جيڪا ڏسڻ آئي
١- جيڪا جو ڏسندي تجلو تهن جو
رهندي منجهه خمار
٢- سودو جا ڪندي سر جو
وهندي ڪين قرار
٣- جو سول الدر سرخي مائل
تيز گهمي تلوار
٤- جي ڪهن ڏٺو چمڪو تهن جو
سر ڏيندي سردار
٥- سچل سائين سير انهيءَ ۾
آه ڪسڻ جي ڪار

# پهاڙي

پهاڙي جو سر اصل ڪشمير ملڪ جي پهاڙن جو ٻر آڻو آهي. جنهن ملڪ جي ٻهراري ۽ هاري ناري، ڪرمي ڪاري، ڪار ڪرت جي مشغولي وقت لوڙائو ۽ بيت، ڏٽي ڏکڙي تنواري پيا پنهنجو تن من تازو توانو ڪندا آهن ۽ تنهن ڪشمير ملڪ جا پهاڙي لوڪ، ٻڪ پهاڙن تي، مال چارڻ يا گاهہ ڪرڻ وقت يا ٻي ڪرت ڪندي، هر وقت اهو سر نهايت نرمائش ۽ مٺڙي جهان ۽ سان پيا جهونگاريندا ۽ وندا آهن. هڪ طرف پهاڙن جا سر سبز سير ۽ روح افزا نفيس نظارا، ٻي طرف ڪان پهاڙي جي سر جا ٻريم ٻريا ٻول ۽ دلڪش آواز، ڏسڻ ۽ ٻڌڻ تہ پري رهيا، پر جيڪڏهن ڪٿي تصور ۾ آڻبا، تہ بہ نيچر جو نسورو ناز پيو محسوس ڪبو. عشق جا آلاپ ۽ درد جون دانهون، جيڪڏهن ڪهن کي ٻڌڻيون هجن تہ پهاڙي جو سر سڻي. ڳائڻ واري جي دل ۾ تہ درد ڪايو چڙهي سچ پچ هن سر ۾ گويا سورن جو سمنڊ سمايل



آهي. پهاڙي جو مرد اڳني وسترن وارو، جوڳي روپ ديپڪ آهي. پهاڙي جو ٺاٺ ڀوپالي آهي ۽ سندس شڪل ڀوپالي سان ملي ٿي اچي. پهاڙي سدائي سبز پوشاڪ پهريل، سبز درخت هيٺان پنهنجي پرديسي پريتم پتي جي پريم ۾ پئي آلاپي. علم موسيقي جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ پهاڙي هر وقت ڳائي سگهجي ٿي، پر ڪتابي ڪٿا چوي ٿي تہ پهاڙي جي سر جو موزون وقت اڌ رات بعد، پني ويل جو آهي. تهڪري ڳالهي جا ڳنير پهاڙي گهڻو ڪري رات جي ٽين پهر کان ڳائڻ شروع ڪندا آهن. اسانجي سرمست سائين جيڪي روح جي رهاڻ ۾ بيت چيا آهن، تن جو مطلب پهاڙي جي سُر سان پورو پورو ٺهڪي اچي ٿو، تهن ڪري انهي سر جي قالب اندر انهن بيتن جي پلٽ بلڪل موزون آهي. وڏي ڳالهہ تہ هي آهي جو سنڌ جي ڪهن بہ حقيقي يا مجازي خيال جي شاعر جي طبع جي رواني، روح جي ڪهاڻي طرف ڪڏهن بہ رجوع ٿيل ڪان ٿي نظر اچي. تهن ڪري اهوئي چوڻ ڪاڻ رهي ٿو سگهجي تہ سرمست صاحب شاعرانہ کيت ۾ بہ ڪهن بہ شاعر جو مقلد ڪين ٿي رهيو آهي، بلڪ اها سرمست سائين جي شعر جي جدت جي هڪ زبردست ثابتي آهي.

# خيال ڏهون

(روجهن سان رهاڻ)

## سر پهاڙي

( ١ )

پهلو پهاڙين پهتيا، واحد ڪين وس
اکهي ويون اسر، روجهون ريڃا ڪن تي.

( ٢ )

روجهون ريڃا ڪن تي، اکهي اسر ويون
بوندون جت باران جون، پهاڙين پيون
رڻ ۾ سي رهيون، جن پند نه ڪيو پهاڙ جو.

( ٣ )

روجهون وڃي واٽ، هليون ترائين تل تي
گولاڙن جي کسن ڏان، چڙن متي ماٽ
لاهي اڄ اسات، راهي ٿيون رڻ راه ڏي.

( ٤ )

راهي ٿيون رڻ راه ڏي، لاهي اوست اڄ
پهاڙي ماڻ پيچ، روجهن ڪيا رچ ڏي.



( ٥ )

راهي ٿيون رڻ راه ڏي، لاهي اڄ اسات
اچي اٿن اوچتو، ڏڪڙو ۾ وات
رعد جي رڙين تي، تهي ڏٺون ڏات
پکيون منجهه پهاٽ، لٿن سڪ سڃو ٿي.

( ٦ )

وڃي وٽ پهاڙ جي، هليون منجهان ميچ
رسي متي ريچ، پاندوڙين پيا ڪيا.

( ٧ )

رڻ چڙهي روجهون ويون، ڏسي اوسر ۽ اولا
اُڏا مينگهه مهر جا، مهر ڪئي مولا
روجهون ريجهون ڏسي ڪري، ريجڪ رسيلا
واحد وسيلا، پٽن تي پڌرا ڪيا.

( ٨ )

روجهن زارو زار، اُڀي رنو رڻن ۾
رڙيون سڻي رلين جون، سايو ڪيو ستار
ساري ساز سرود سان، سارنگ لڏن سار
روجهن ساڻ رهاڻ لء، ڪنو ڪين ڪئي ڪيڪار
تهي هليون تيلن تي، سڻي گوڙ گجڪار
وسي وس وڏي ڪئي، وسڻ جي وسڪار
ڏاڪهيون ڏارون ڏار ٿيون، ترايون تلهار
سڳي لڏن سار، سهڻي سڪ وارئين.

(٩)

روڄون رڻ ياد ڪري، اُهيون رت رُئن
هر ڪهن ويل هٿن، اهڙن اوراڻن ۾.

(١٠)

روڄون رڻ ڦٽو ڪري، لاهه لهي آيون
ٿين ڌار نه ترايون، جو منڌ نه اڏن مينهڙا.

(١١)

منڌين مينهه اڏان، روڄن رڻ ڦٽو ڪيو
ڏولائي جا ڏينهڙا، کٽا کهر ڏٺان
سچا تن ارمان، لحظي منجهه لهي ويو.

(١٢)

منڌين مينهه پيون، ترايون ڌار ٿيون
وڇڻ مٿين ماٿرين، ڦاڪن تي ٿيون
وسري ڪين ويون، سو رڻ ريڃاڻن جو.

(١٣)

هنڌڙو ڇڏي هٿ، ٿيون روانيون روڄيون
ڏکيا اوسر ڏينهڙا، سچل کهارين هٿ
انهي ڀهر ڇٽ، وطن تن نه وسري.

(١٤)

رڻ ڇڏي روڄون، ڪا دس ڇتائي هليون
جبلهان اڏا نه مينهڙا، تيلهان ٿيون ڪوڄون
لکن جون لوڄون، جرئن جا ڳڙ هليون.



(١٥)

ماٿر مينهه پيان، روڄون موٽي آيون
اوسر سڏا ڏينهڙا، وسري سڀ وڻان
ڌاڪا تر ٿيان، ڦٽيون ڦوڙيون ڪڏيون.

(١٦)

جڏهن ٿيا ابر، تڏهن روڄن ڪاٽ مٿي ڪيا
مولا وڄڙيون ميڙيون، اولانگهي اوسر
پهاڙي جي پاند ۾، ڪڏهي ڪن ڪڏر
تيڙيون سچل سر، ڏولي ڏکيا ڏينهڙا.

(١٧)

روڄيڙن اُڌان، لنگهيا اوسر ڏينهڙا
مولا آندا مينهڙا، پهنجي مهر مٿان
جي هيون ويڃا ريون وڇڙيون، ڪڙيون پي ڪان
وين ڏول وڃان، اُتي اچي ڪڏيون.

(١٨)

آسر وند آهين، روڄون راٽيون رڻن ۾
اُپيون پيون اُپ ڪي، ٿيون وائڙيون واجهائين
رڙيون ڪري رڻن ۾، ٿيون بوندون برسائين
تهن ڪنهن ڪاهين، جهن ڪنهن وسن مينهڙا.

(۱۹)

آيون وس ڇڏي، منڌين اڻن مينهڙا
مولا سندي مهر چوان، جو وڄيون ڪڙ ڪڙي
لقيون لاه لڏي، روجهون ريجاڻن تي.

(۲۰)

رڻ ڏٽون روجهون آيون، مينهن اوسر ڏينهه
ڀل ء پهاڙن جي، سارن ٽيون ساڻيه
منڌين اڻن مينهه، ڪيٽون رخ ريجاڻن تي.

(۲۱)

رڻ ڏٽون روجهون آيون، ساريو پنهنجو ديس
منڌين اڻن مينهڙا، وسري وڃن پرديس،
جي اُڻي رُئي اديس، سي سچل سرهيون ساه ۸

(۲۲)

اوسر ڏسي روجهيون، رڻ چڙهي ويون
تن کي وڃي اٿيون، پلڪون کي پيون
منڌين اُڻن مينهڙا، ريجون سڀ ريون
ڏو واري ڏيون، ڏليون ڳاه ڳلن تي.



(۲۳)

رڻ چڙهي روجهون ويون، وري ڪٿ ڪري
ڀري آيون پٽيءَ تي، پهاڙون ڀري
سٽيون سمزيون ساوڙيون، هرڪا ڇاڪ ڀري
وين ڏولائي ڏينهڙا، سيڪا ٻل پري
سچا مون نه سري، روجهن جي رهاڻ ري.

(۲۴)

روهن ڪيون روجهڙيون، ڏولايون ڏڪيون
جهلن سندي جهولتين، ٻرهيون بڪيون
سچل ٽيون سڪيون، جو منڌين اُڻن مينهڙا.

(۲۵)

روهن اندر روجهڙيون، ڪيون ڏڪيون ڏولاون
سچل سي ساون، سڪيون ڪيون سڪديس ۸

(۲۶)

منڌن لاهي هليون، روجهون رڻ چڙهه
مهر مولا جي ٿين، اُڻن ميڪهه مڙاهه
پلر ساڻ پر ٿي، پهاڙڻ جي پاهه
ڏولائي جا ڏينهڙا، لاڏا پاڻ خداهه
وري پنهنجي ديس، ڏيءِ وريون جاءِ بجاهه
واري وس وساءِ، ڪا رازق روجهڙن تي.

## ڪافي

ڇپيو نه مهنجي ذات - جوئي آهيان سوئي آهيان

١- اڄڻ اسان جو ٽيو اتاهين

جاتي ڏينهن نه رات

٢- ظاهر ٿيا سي ذاتي وڃان

سمجهڻ منجهه صفات

٣- "لا" کي لاهي نفي ڪيو سي

الا الله اثبات

٤- سچا سر صحي ڪر پنهنجو

عشق منجهان عشقات



## کنيات

هن سر کي پنجاب ۽ هندستان جا ماڻهو کماچ کري ڪوٺيندا آهن، کنيات جو سر رات جي ٻي پهر کان ڳائڻ شروع ڪيو آهي. هن سر جي ٻڌڻ سان دل کي ڌيرج اچيو وڃي. هن سر جي نالي سان گجرات ملڪ جي اولهه ۾ هڪ نار آهي، جنهن تي کنيات جي هڪ بستي پڻ ٻيٺل آهي؛ جنهن ۾ "سڪمپ" نالي مهاديو جو هڪ چشمو به آهي. ممڪن آهي ته انهي سر اصل ۾ انهي ملڪ مان منهن ڪڍيو هجي؛ هاڻي ته کنيات جو شهر اوائلي ڪو معمولي شهر ڪين هيو. هي هندن جي تيرٿن جي هڪ مکيه مڪان هيو. عربن جي واپار جو هندستان ۾ هي هڪ هيڊ ڪوارٽر هيو. انهي کان سواءِ گجرات ملڪ ۾ علم موسيقي جو ڪهن سمي چڱو چرچو رهيو آهي؛ تهن ڪري سورٺ جي سر

وانگر هي سر به گجراتي ڪلن جو عرق چڪيل لڳو سجي. ٿر ملڪ جا ماروئن ماڻهو، عمر ماروي جا بيت تتل قتل ڪنياتن جي سر ۾ هميشه پيا وڄندا آهن تواريندا. تهن ڪري سرمست صاحب جا اهي عمر ماروي وارا بيت انهي سر ۾ آندا ويا آهن. هن سر ۾ سرمست سائين پنهنجي بيڪسي ۽ بيوسي جو پورو پورو فوٽو ڇڪي، وري مارن سان ميلاپ جون اميدون ڏيکاري، من کي ڌيرج ڏنو آهي.

عمر ماروي ۾ آيل شعر سرمست صاحب جو ابتدائي شعر نظر ٿو اچي ۽ جاڪاڻ ته جواني جي وقت ۾ جيڪي حافظ درازي کي ڏسندا هوا، سي ائين چوندا هوا، ته سرمست سائين جي سيني ۾ گويا سورن جو سمنڊ سمايل آهي. ڪيتري سال ڳالهه تان ڳوڙهو ڪين سگهن، واقع عمر ماروئي جي سر ۾ فقير صاحب درد جا درياهه پلٽي ڇڏيا آهن. ته رکو ايترو پر شعر جي فن جون خوبيون جي هن سر ۾ نظر پيون اچن سي سندس ٻي ابيات يا ڪلام ۾ ڪي ٿوريون نظر اينديون.

# خيال يارهون

## (عمر ماروي)

## سر ڪنيات

( ۱ )

اڄ ڪالهه ڪال، هيس مارن ڳڏ ملير ۾
سي ڏينهن ويا گذري، جڏهن منجهه خواب خيال
پرين ڪندي پڪڙا، جوڙي ويٺا جال
جن هي ساه سنڀال، سي اڄ پنهوار پري ٿيا.

( ۲ )

هئي وس ڇڏيائون، هن وس ويا واهڻين
پکا پالور ڪندئين، آڳي اڏيائون
پٽي پريان پکڙا، هن پور هڻيائون
پالور سنديون ڪنديون، وڃي واسيائون
ڇڏي ملڪ ملير جو، ويا ٿريچا ٿائون
اڪنڊ جن آءُ، سي اڄ پنهوار پري پيا.

( ١١ )

پري ڏيم پنهوار، جن وري ورڻ نہ ڏيو
ڏيان ڏوراپا ڪن ڪي، ڏيا سهج ڪاڻ سنگهار
عمر اٻائون آهه مون، جو دم ڏنهون ڏار
اهي ڏڻ ڏڻار، مان ملائي مون ڏي.

( ١٢ )

پري ڄر پنهوار، وڏو وڇٽ ڪري ويا
ڪڏهن ايندم اوڏڙا، سومرا سنگهار
رڻ چڙي ريدار، من ڪرن منهن ملير ڏي.

( ١٣ )

اڄر سار سندن، پر اڄ پنهور پري ٿيا
مشڪل موڙڻ تن جو، هي جي اڪ لنگهن
وري هيج ورن، جي سانگين ڪو سانگہ پيو.

( ١٤ )

پانور پاس پيا، وڏا ڏونر ڏينهڙا
ڏانهر وچي ڏر ۾، ڏريچا ڏيا
لڏکي ملڪ ملير جو، ويڙهيچا ويا
عمر ايڏي پنڌ تي، ڪهين سانگہ ٿيا
قادر شال ڪيا، مونکي ويڙهيچا واهڻين.



( ١٥ )

جي لويون ڍڪي لوء، ڪڏهن ايندا ها آجڙي
پڪا هٺي پانوريون، عمر ويتا اوء
تن پنهوارن پوء، مون ٻي اڇڻ نہ ڏيو.

( ١٦ )

هو ڏاڏاڻو هو ڏيهہ، مونهون مور نہ وسري
ڏاتر لکہ ڏيکار سو، سومرا ساڻيهہ
ري پنهوارن پر ڏيهہ، ماڳہ مريوئي پيان.

( ١٧ )

ڏيهين ڏاڏاڻي، سگهي وڃان سومرا
مونکي ماروئڙن ۾، اڄ عمر اماڻي
ڏينهن گذري ڏکن ۾، تو جا ڏيندڙ چاڻي
ڏکن سنديون گالهڙيون، اوريان اباڻي
ساجهر سنگهارن کي، الله شل آڻي
حسن رئي هاڻي، گهڙي هت نہ کهاريان.

( ١٨ )

وس نہ وساريام، سڙها وڙ ساڻيهہ جا
پيا هيڪندڙ ڏينهڙا، جي گڏ جي گذاريام
ياد ڪيون سي ڪيترو، سانگي سڀئي ياريام
اوڏهن اُڏاريام، ڪي لهڻ ء ڪانگڙا.

(١٩)

جهڙي هيس، ملير ۾، جي هت ٿيان تهڙي
ڳالهه ڪريان ڪهڙي، جو قابو رهيس ڪوٽ ۾.

(٢٠)

جيڪس، سنگهارن، اهو ڏيهه وڃي ويو
وري هيج ورن، جي سانگين کو سانگ پيو.

(٢١)

جيڪس سنگهارن، وري وڙ نه ٿيو
عمر اباڻن، وطن سو وڃي ويو.

(٢٢)

ڏينهن اتي جا ڪي، اچي مون ياد پيا
ڀون ڀڃوارن جون، صبح ويلي سي
اُٿيا اچن آب لاءِ، متي آنهه اُهي
جر جا جهانگي جي، تن سانگين کو سانگ پيو.

(٢٣)

آريون اباڻن ريءَ، پيو تا ڪڍندو ڪير
ڏي جي ڳهه ڳچي جا، ظالم پايان زنجير
سنگهارن سوير، ملان شال ملير ۾.



(٢٤)

ايندم اباڻا، ڏور لاڻا جن ڏيهڙا
ڪير سهندم سومرا، مارن ريءَ ماڻا
هاڻي نه چاڻا، ته موتي ملندس مارئين.

(٢٥)

اڄ نه حوضين هوءَ، مارون ڪين ملير ۾
ايندا هوا آجڙي، ڪليون کڻيو ڪوهه
جيڪس، اهي ٻرجوهه، ويا ويچارا واهڻين.

(٢٦)

عمر اباڻي پارجي، فاني ڪيس، فراق
جي ريجاڻن رهاڪ، تن ٿر وڃي ٿاڻا ڪيا.

(٢٧)

ٿي ڪڏ ڪير ڪذران، جني جهانگيڙن سان
ڪاٿي اڄ اهي ٿيا، سومرا ساڄاط
ڪاٿي پيس آءُ اچي، آءِ اهو ارمان
حيرت ۾ حيران، عمر اتي آهيان.

(٢٨)

مون جاليو سان جن، موٽي تن نه پڇيو
حال هن جون خبرون، پيون هوندن ڪن
پڪا پانور ڪندئين، تو ڙي هنيا تن
ڏيان ڏورا پا ڪن، جو سنگهارڻ سا ڏيهه ٿيا.

(٤٠)

عمر رب رکي، پرديسي سان پناهه
هتان شال ڇکي، عمر اباڻن جي.

(٤١)

پرديسي منهنجهه پناهه، مونکي رب رکيائج
اکيون ارواح، آهي اباڻن جي.

(٤٢)

ڏسي ڪيت ڪٽي، ويا مارو ڙا مليرمان
پکا پانور ڪيڏئين، وينا جال هٽي
پنهوارن ٿي پاڻ ۾، اها ڳالهه ڳٽي
رتي رهڻ ناهه هت، چاڻي هڪ ڏٺي
پر سر هيءَ ٻٽي، سنگهارن تي سومرا.

(٤٣)

پلڪ نه ٿيان پاسي، شل عمر اباڻن ڪان
ڪڏ ڪڏيسن هاسي، سڏي سرتين سومرا.

(٤٤)

ڪيڏ انهه آءُ رهيام، ڪيڏ انهه اباڻا
هاڻي ڪين چاڻا، تہ ڪا ملندس وڃي مارئين.

(٤٥)

اچا نہ آيا، سنگهارا ساڻيه جا
ڏينهن جاڃا لايا، پانور پنهوارن پاڻ ۾.



(٤٦)

وڃن ڏام پري، شل اباڻان اوڏي هتان
سڪ لهنم سکھڙي، ڏري منجهه ڏري
اکيون آب پري، ويجهائي ٿي وڃان.

(٤٧)

موتي شال اچن، مارو ڙا مليرھ
اچڻ سندي تن جي، ڪرهوي مون ڪن
ته سيڻي سکه ٿين، گولڊ وڃن ڪڏري.

(٤٨)

ڏورا پا ڏيڻي، ڪهن هت منجان مارئين
وساري ويهي رهيو، حال پڇڏي هيڻي
مڙي اچو مون گهرين، جهانگيڙا جيڻي
جي آهيو اتيڻي، ته لهو سڪ سنگهار هي.

(٤٩)

موٽي مارو ئڙن، سڪ نه لڏي ساهه جي
دل کان لاهي چو چڏيو، اڏيون اباڻن
ڪهن ڳڻ سنگهارن، جيڪس، ويس وسري.

(٥٠)

ڪيڻي هيس، وار، مارن ڪڏ مليرھ
درد نه هوڪو دل کي، مٿن هيس مختيار
ري اباڻن آر، عمر ڪهڙس ڪهن سان.

( ٥١ )

ساريم سي سنگهار، جنم لنگهايم جن سان
اٿي ويٺي ڪِهندي، تن تڳي جي تار
نعبن ۾ نهاريان، پکڙا ۽ پنهوار
سکهي لهندم سار، اچي آسرو لد جي.

( ٥٢ )

مهنجي من ميان، ڳالهيون مارُوئڙن جون
ڏيت ڏاڏا ڏٺين ڏيهڙو، ڪيڻين ڪَـڏ ڪيـان
ڪائي ساعت سومرا، جهانگن ريءَ نه جيان
وڃي ڏر ٿيان، شل سنگت سنگهارن جي.

( ٥٣ )

ويجها جـڏ هيام، مارُوئڙا مليـر ۾
ڳجهي ڳالهه ڏڍهين، تن ڪهين ڪين وڏام
هڏي ڪينءَ ڪدام، ڏويچا ڏر وهيا.

( ٥٤ )

ٿيا پنهوار پري، ڏيان ڏوراپا ڪهن کي
وهندو شال وصال جو، ڪو پڙ وار وري
نٿي ڳڏ ڪري، متي کي مارُوئڙن سان.



( ٥٥ )

جهانگيون له جيءَ، عمر آهه اپاڙڪو
لٿي ملائج مارئين، جال ٿي متي جو هيءَ
سانگيڙن ۾ سيءَ، آهه اچا تو ڏي تهنجو.

( ٥٦ )

قاصد آيو ڪونه ڪو، ڪو نه لکيائون خط
جيڪس هيس ڪين ڪي، ريگستانن رت
پنهوارن پاهت، تيلهان مون سان نه رکيو.

( ٥٧ )

ريگستاني راڄ ڏنهه، قاصد آيم ڪون
خيال نه هيڏانهه هون، مارن مون کي مو، ڪيو.

( ٥٨ )

ريگستاني راڄ جي، آءُ ڳالهه ڪريان ڪيهي
ڪن پچارون پاڙ ۾، سي واريءَ تي وهي
ايعدي ماريءَ مارئين، پکيـن شل پيهي
اُڪد مون مِلاپ جي، آهه جهانگن کي جيهي
مهنجي تن تيهي، آهه سڪ سنگهارن جي.

( ٥٩ )

پري ٿين نه شال، هتن اوڏائتا آجڙي
اٿي ويٺي تن جا، اٿم خواب خيال
سدا سانگيڙن جي، اٿم سام سنڀال
اسان جهڙا حال، هت عذاب الهن جا.

( ٦٠ )

عمر مون ڏي آيا، اباڻون عتاب
ڪٿين محلين مارئي، ٿي قورما ڪباب
جهوريس هن جواب، عمر اباڻن جي.

( ٦١ )

ڪونه وري آيو، ماڻهو ملڪ ملير جو
ڪين جون ڏئي خبرون، ساٿي سوايو
ڏورايي ڏوٿن جي، مٽي ڪي منجهايو
ڪر سومرا سعيو، وران ويڙهيچن ويڙه ڏي.

( ٦٢ )

ني ڪو ليايو، مهنجو ماروئڙن ڏي
مون ڏي اوهان موڪليو، ڏئي ڏورايو
لوئي لاهي سر ڪٿي، سون رهي ڇاپو
مونکان وسريو ڪين آ، پرجهڻ اهو جهايو
سڪهي ايندس ايڏهين، لاهي لاڳاپو
مولا ميلايو، سکهو سڪهارن سان ڪري.

( ٦٣ )

پهنوارن پيغام، اڄ مڪا مونکي مٽين
ڪڏهن آيا ڪين ڪي، تو ڏنهن هت سلام
ڪائي اتي ڪيئر ٿي، طرحين طرحين طعام
پيرون چوندي پت جا، ٿي ڪڏهن لاڙيءَ لام
ڏسي عيش آرام، سي ويلان ويڙئي وسري



( ٦٤ )

ايڏاهين ايندياس، محل موچاري ماڙئا
لوئي اها لوءِ جي، ڇڻ نه ڇڏ يندياس
تهاران توڙي ڳتي، مور نه مٽيندياس
آخر اچي ڏوٿن کي، ڏوراپا ڏيندياس
مهيون مڌهن سان سڪهي، آڻي اڏيندياس
ڳالهيون ڳڙهيندياس، سرتين سان سا ٽيه ۾.

( ٦٥ )

آءُ پڻ چا نه چوان، موٽي ماروئڙن کي
هيءَ هيءَ مهنجي حال جي، ڏاهي ڪل اوهان
من ۾ اڻن ماروئڙن جا، نت نت سور نوان
پکي شال پهان، وچي ويڙهيچن جي.

( ٦٦ )

ڪٽي سا ڪتي، جا آندم ملڪ ملير کان
متي مارئي تان اها، لحظو ڪين لٿي
لوئي سندي لڄ کان، ڍڪيان پت نٿي
هت سورن آهه ستي، هت ڏوراپن ڏکوئيو.

( ٦٧ )

مون انهن کي ساريان، هو ٿا سارين مون
جي راضي ٿئين تون، ته ملان ماروئڙن سان وڃي.

(٦٨)

الله اباڻن سان، مون کي رکڻ ڪرين
جي ويڙا ٿر ٻرين، سي مون کي آڻ ملير ۾.

(٦٩)

عمر اباڻن، محل نه ماڙيون مون ڏٺا
لاسي ۽ لاڻن، هيون پيهيون پنهوارن جون.

(٧٠)

ٿي ٿوڙائي، آهيان ماروئڙن جي
ڏني ۽ هٿي سومرا، جاڙون جوڙائي
ويهان وچ نه انهين، ٻڙو ٻوڙائي
وس نه ويڙهيچن جو، ٿو لکيو لوڙائي
آند ۽ اڙائي، ڪن مان پنهوار جي.

(٧١)

عمر اباڻن ريءَ، آءٌ تان ڪوجهي آهيان
لوئي هڏ نه لاهيان، نيشاني جا نيهه جي.

(٧٢)

عمر اباڻون، وڃڙي ڏينهن ٿيا مَ
وڃي ڪائيندا مر، پڪا پيرون پاهنجا.

(٧٣)

اباڻن جا ڏني، سا لوئي هڏ نه لاهيان
ڪندس ڪين ڪني، ڪٽي وڃندس ويڙهه ڏي.



(٧٤)

عمر اباڻي، مون چڱا ڏينهڙا ڏٺا
هٿي هين ۾ هاڻي، ڪوڏر ڪهاڙي ڏينهڙا.

(٧٥)

ڪائي پلڪ پري، عمر اباڻون نه ٿيان
ڏري منجهه ڏري، هوا پڇندم حال جا.

(٧٦)

ٿيان آسودي آجڙي، جيڏين سان جائي
ٿاڙي تواني ترت ٿيان، ڏٺ ڏئيرا ڪائي
عمر آجائي، سکي ڪجان سومرا.

(٧٧)

تون ضمير هني، آءٌ تو رياڻي آهيان
ايندا مارون مون ڪٽين، ويندم شال وٺي
بند يخالو مٿي ڪي، هو لکيو رات جٽي
سالڪن ڪاڻ سٽي، مون مڙيائي سومرا.

(٧٨)

ڦرباتي ڪاتي ٿيا، آءٌ ڪٽي آئي
اٿي پهر الهن جي، وات اٿڙوائي
قسمت قيد ڪٽي ڪيو، ڪٽان جي جائي
ڪهڙي مدت مونجهه ۾، مون پڻ لنگهائي
ڪر سومرا سائي، جيئن ٿيان آسودي آجڙي.

( ٧٩ )

مون ٿي ساريان ماروئن، مارون سارين مون
جي راضي ٿئين تون، ته موڪل ملي ملير جي.

( ٨٠ )

مون اباڻا سارين، اباڻا مون سارين
واتون نهارين، مارون مون ملير جا.

( ٨١ )

ڪوئي خيال نه هوم، هيسر، هيڪاندي مارئين
ڏان هي قدر پيوم، جان جو وڇڙيس، ويڙه ڪان.

( ٨٢ )

ويندا ڳالهيون ڪن، مارون مون ملير ۾
اڇا ايندي مارئي، وري هن وطن
ايڏي اُڪنڊ آه اڄ، مهنجي جا پڻ جن
آءٌ پڻ ساڻ اُنهن، ڏک سک گڏ گذاريان.

( ٨٣ )

اڄ پڻ تيم اداس، منڊو مارُوئڙن ڏي
راڄا مهنجي روح کي، آءٌ پنهوارن پياس
آءٌ آهيان انهن جي، لوئي جن لباس
موڪل ڏي ميان سومرا، وڃان تني پاس
خاوند لکيو خلاص، ڪر بنديائي بند مان.



( ٨٤ )

ڪڍ بنديائي بند مان، ڪر خاوند لکيو خلاص
ويڙهيچا وڻ راهه ۾، وڻ وڻ وٺن واس
ويچارن ۽ واهڻين، تو کي ڏاهه قياس
حمير تو هراس، اڌي پهرانهن کي.

( ٨٥ )

جن گڏ گذاريوم، سپ جمالند، سومرا
ڏيهه ڏاڏاڻو سو وري، وار نه وسا ريوم
نت نت نهاريوم، پنهوارن جي پار ڏي.

( ٨٦ )

چئي مڪائون، هيئن ڏاڏاڻي ڏيهه ڏنهن
جيڪس اهي تو هيون، من جون مدعائون
ڏا وچين پلنگين پٿڙين، شل چڙهان آئون
تو پڻ تيلهائون، ڏاڻ ويا ويڙهيچا وسري.

( ٨٧ )

چڱي طرح چئي، ٿي مدجان مارُوئڙن ڏي
سڪين سانگيڙن ڪان، پوري آءٌ پئي
قسمت قيد الهاءَ جي، مون سان هيئن ڪئي
وسري ڪين وئي، سڪڪت ڀڙڪار ن جي.

(٨٨)

ماروئڙا! ماندي، آءُ اوهان ري آهيان
سکيا آن سانگيهه ۾، مون ڏکي ٻاندي
قيل اوهانجي قال کان، ويل نه ڪو واندي
اچانڪ آندي، قسمت قيد الماءَ جي.

(٨٩)

قاصد اچ ڪوئي، من اچي ماروئڙن ڏي ته
تهن تہ چوان حال، سارو سڀوئي
ايئن نہ آندي آه مون، لاڪيٽي لوئي
واپس آڻيان پاڻ سان، عهد اهو ئي
سرتن سان روئي، سڪون لاهيندس لوءِ ۾.

(٩٠)

هي اميد نه هئي، مونکي ماروئڙن ڏنهه
کون مکائون مون مٺين، پچڻ ڪاڻ پهي
ڏنم هڏهن ڏيهه ۾، ڪو ڳوٺ ڳهي
وائي وائيندي اها، سٽيرا اچ سهي
اڃا ميٺهه ملير ۾، ويڙا راڄ رهي
چڙي پانور، ڪنڌئين، آيا هيٺ لهي
جهجهو جهانگن کي ٿيو، ڏيهيان ڏٺ ڏهي
ڪيي پين پاڻ ۾، وڌئي مهل مهي
وڃيندس ڪوڏ ڪهي، پکي پنهوارن جي.



(٩١)

جهانگي جهڙ پياڪ، ناهن شربت هيروان
ڳاڙهيون ڪاريون لوئيون، پنهوارن پوشاڪ
لاهج لوئيڙن تان، الله لڳ اولاڪ
رکن هڏهن ڪانڪا، عمر ٻي املاڪ
ڪارڻ پور پاڪ، مونکي ميڙين مارئين.

(٩٢)

ميٺهه وسندي مون، ويڙهيچن ويندياس
لوئي ساڳي لوءِ جي، نال وٺي ليندياس
ڏريچن ڏيندياس، ڏکہ سکہ پائي سومرا.

(٩٣)

ڪنوڻين ڪيا ڪيچ، اچ ڏاڏاڻي ڏيهه ڏي
ڪاٿهه ڏڏا هيرا اُپ ۾، اڙڪ ۽ اٽيچ
اُڏا ميٺهه ملير ۾، رڻ ٿيا سڀ ريچ
چانگن سان چڙي ڪري، چڻين ڪن ڏا چيچ
مونڌي ماڻهو تن جو، هڏ نہ آيو هيچ
پاڻهي پڻئي پيچ، ملندس ماروئڙن کي.

(٩٤)

حال وٺي هي وڃان، مڻيان ماروئڙن ڏي
اٿم اميدون اچان، ڪنهين ڪيهڏس ڪيت سين.

( ٩٥ )

سنگهارن جي سڪ، آهي منهنجي من
ٿل سکھوئي سومرا، ڏسان ڏوٽيڙن
راتو ڏينهان ڪانڌ ٿي، جهڄان جهانگيڙن
ٻاڍي ٻهوارن، اڄ تا مونکي ياد ڪيو.

( ٩٦ )

مارن جون ڏارون، تنوارن مون تن
ٻاري ڏيان ٿي ٻن، ساڙ تهنجا سومرا.

( ٩٧ )

تون بي جاين وارو، آءُ بي ڪهن جائي
عمر اڇائي، تو ڏا حق نيا ڏين سان ڪٽي.

( ٩٨ )

حمير هڙي حال تي، چولنده جا تر جهان
ٻيٽ بد نيا ڏين سان، ڪم نه خاصو خان
ڏالائيق ۽ نادان، ستيندءِ سڀ سومرا.

( ٩٩ )

ڪڇوري ٻي زوري، شاهن ڏاهي شان
راڄا ٿي تون رعيت جو، ظالم ڪرين زيان
چولنده جا تر جهان، حمير هڙي حال تي.

( ١٠٠ )

سنگهارن تي سومرا، برسو ڏئي بڻي
عادت ظلم زور جي، وئي حمير وڏي
ٿيس گهر گهٽي، رعيت جي رنجاڻڻ جي.



## ڪافي

رئان زارون زار - مان مارن ڪي ملان
١- ڏيان ڏورا پا ڪهن ڪي - ڏري ڏير پهوار
٢- وٺي وڃا پاڻ سان - منهنجو ساهه سنگهار
٣- اهو اڄ آسرو - ايندم اڄ وار
٤- ڪندا مهڙ ملير ڏي - رڻ چڙهي ريڊار
٥- سوم ڪوندر گذري - جو دم ڏڻيان ڏار
٦- وڃي ڏندس اٿين - سندي پيهن پڪار
٧- رکي وڃيچا ويا - مونهين سر ميار
٨- پيڪين مون ڀڄائين - سومرا سرهار
٩- روئي رت اکين جا - جهونا ٿيا جهالار
١٠- راتو ڏينهان اوڏهين - سچل ساهه سنبار



## ڪافي

آيم رات عتاب - ڏاڍا سخت سنگهارن ڏنڻ
١- مونکي عمر ماريو - جهانگيڙن جي جواب
٢- وينين اتي مارئي - ڪانئي خوب ڪباب
٣- هت سارو ڏينهن ڏڪايو - عمر جي تڪ ڏاب
٤- مولا تا معافي ڪندو - سچل سڀ حساب

# جوگ

جوڳ پيروي ٺاٺ جو راڳ آهي، جو اڪثر رات جي ٽين پهر ۾ ڳاتو ويندو آهي. جوڳ جي معنيٰ آهي اگني روپ (آتش ڏگر). اهو نالو جوڳين تي سندن گيڙو (اگني رنگ) پوشاڪ باعث پيو ڏوڌ سڄي. انهيءَ ۾ ڪوشڪ ڪولهي ته هن سر ۾ غم الم جي آتش جا آثار سمايل آهن. هي سر جوڳي پهنجن مرلين ۾ اهڙي ته مستي ۽ موج منجهان آلاپيندا آهن، جو ڏانگه به نچايو ڇڏين. ڇا مجال آهي ڪا ڪيهر ڪي جو جوڳ جي جهونگار تي ڪنڌي ڪر نه ڪٽي. هن سر جي ڳائڻ وقت اين ۾ پيو پائجي، ته گويا محفل اندر ويراڳ جي مدرا جون وٽيون پيون واڇجن. ماڻهن جا ته منجهس مڻ ماپيل آهن.

# خيال ٻارهون

## سر جوڳ



(جوڳن جو جنسار)

( ١ )

ڳنگا ڪان ڳذر، آءٌ ڪن ڪت ڪاپڙين جو
ڪٿ هن لوڪ نه لڙيا، سدا تن سفر
آهي نام مشر، انهن آڏو تن جو.

( ٢ )

جوڳي آهن جي، گوش ڳنگا ڌي تن جو
آهن ڪوڏيا ڪات جا، ڪن ڪت ڪاپڙي
سر سڻيا هن سي، جني ناتو ناٿ سان.

( ٣ )

ڏوڻي منجهه ڏيان، آهي آڏو تن جو
ڳم ڏي ڳر ڳم ڳوڏڙيا، ڪن ڳروڙي ڳيان
اصل ڪان اشنان، ڳنگا جمنا ڏن جو.

( ٤ )

پورب پنڌ نه وڃڻا، ڪرناري ڪمدام
ويچاري ٿي وات تي، ڪرن ڪين وسرام
سيني ۾ سنڪرام - سچا سناسن جي.

( ٥ )

پورب سدا پير - لاهوتي لتي ويا
ڪرناري ڪنير - سچا ڪم ڪر ڪيات ۾.

( ٦ )

پورب پنڌ نه آءِ - ڪڏهن ڪاپڙين ڪي
جت ماڻهن ميڙا ڪوٽي، سا جوٽي چوڳن جاءِ
سچا سچ سواءِ - سودو ڪن نه ڪو ٻيو.

( ٧ )

پورب آءِ نه پنڌ - ڪڏهن ڪاپڙن ڪي
واري ويراڳي ويا، ڪاٿن متي ڪنڌ
هوءِ سنڌن هنڌ - جو لڙ ڪن جي لعل ٿيا.

( ٨ )

پورب رکي پير - ڪن پاڇ پيراهين پنڌ جي
سچل وڃي اتهين، ڪاپڙين رئي ڪير
جن وٽ ڦڪل نه ڦير - ڪنڌ تني جو ڪات تي



( ٩ )

پورب پنڌ نه ڪن - ڪهين ويلي ڪاپڙي
ڪوڏ ڪپاٽ ڪنڌ جو، توڙون آهي تن
آڏي آڏو تن - سچل سدا سامهون

( ١٠ )

پورب پڇائون - پر پير رکيائون پرنان
اوريان پريان پنڌڙا، سي لسر لنگهيائون
اڙيءَ اتيائون - تر گرڪي ڳڙيا گوڏڙا.

( ١١ )

پورب ڪان پري - نانگن نظر آهه تا
نگهه وجهن نات تي، پريون ۽ پير پري
منجهان ذوق ذري - گرڪي ڳڙيا گوڏڙا.

( ١٢ )

پورب پير ڌرن - ڪن وچت پراهين پنڌ تي
قدم رکي ڪات تي، ڪنڌ قربان ڪرن
ڪوڏن ڪاپڙن - سچل سر صدقي ڪيو.

( ١٣ )

جوڳي جال ڌڻام - پر ڪوڪوليي ڪاپڙي
هي ويهي وستن ۾ ويا، هو نه لوڪ لڳام
تني ڪاٽ ٿيام - هي ۽ هي ۽ ٿڙا حالڙا.

(١٤)

جوڳي جال ڀڄن – ڀر ڪو نه اڄ وڪو ڪلپڙي
تن ڪن پرين جون ڳالهڙيون، تيون سچل ساه سڄڻ
لوڪ نه ڏيي لڄڻ – بکر ٿالي ذات جي.

(١٥)

جوڳين اوري جوءِ، جي لوڪان لعل لڪي ويا
لاهوتي لنگهي وڃي، جر پيا مٿوءِ
راسخ روبروءِ، ناميا تيڙا ذات سان.

(١٦)

جوڳي آهن جال، ڀر لاهوتي لڌي ويا
هي مرطمطڪن مطين سين، هو ڪڙا مٿي خيال
سي لانگوٽيا لعل، پيهر پاڳر مڙن مون.

(١٧)

لوڪين لاهوتي، ڪهين ڀر نه ڀريا
سي پهنجو رڪي ٻور ويا، سالڪ ٿا ٻوتي
اُهي آڏئي آڏوتي، ناڳا ويڙم نڪري.

(١٨)

ڪري لنگهيا لوڪ مان، لاهوتي لوڙا
کهوڙا ڙي ڳهوڙا، ڪري من مستان ويا.



(١٩)

ڀورب ڇڏي ڀوءِ، آڏوتي اڳي ٿيا
ويا اُڪنديا اڳهان، لڌيا نه ڪهين لوءِ
رجائي رت روءِ، ويني واڻوين تي.

(٢٠)

لاهوتي هن لوءِ، آئل آهن اڄ ڏيي
وءِ وءِ اڇا پوندي، پورٻن جي ڀوءِ
تن ڪا پڙين ڪي ڪوءِ، سگهر منجهه صحي ڪري،

(٢١)

لاهوتي مان لوڪ، تورا ڪهڙا لنگهيا
سچل سائين تي، محبت وسي موڪ
سي زاٻر منجهان ذوق، ڪنڌ ڏين ٿا ڪات تي.

(٢٢)

مٿي ڪات قدم، ڪا ڪيون ڪاڙين جو
سنسو ميٽي سروپ ۾، سچل ٿيا سي سم
سدا سائين جو، دمامين سان دم
آڏيسي عدم، ٿيا ٿالي اندر ذات جي.

(٢٣)

جوڳين هت جايون، ڀرهوهن لوڪ لڪي ويا
طپش تيشه، تن ڪي، ويا لاهوتي لايون
وءِ وءِ ٻوات وڃي ويا، ويراڳي واليون
آڏوتين آيون، خبرون ڪات ڪسط جون

( ٣٤ )

جوڳن جتائون - جوڙي جڙيون جان تي
چمتا ٻڌي چيلھ سان، تعبيون تطيائون
جنجيرن سان جان تي، ڪشتا ڪڙيائون
گروڙي گائون - پورب پنڌ پيچي ويا.

( ٣٥ )

جوڳي ڏاتون ڏات - پر مهنجو انگ آڏوتن سان
سفر ويا سا جهري - رهيا رڳي رات
طلب تني جي تات - راتيان ڏيهان روح کي

( ٣٦ )

آهن اکيچار - انتر مکا آڏوت
پورب سي نرپرڻا، نکي ڪن پرچار
انتي پهراڇ ۾، رهن سي ڪمرگار
سچل سنڪار، سنڌ تن وڃائيا.

( ٣٧ )

اڃا آڏوتي، آهن اکيچار
اوديا اهنکار - پيچي جن پورا ڪيا.

( ٣٨ )

ڪاپڙي ڪن قار - آيل اڄ لنگهي ويا
مست ڪري ويا من کي، مولن سان مطيار
[illegible]



( ٣٩ )

ڪاپڙي قندپار - ڪنيو ڪهمن گوڏڙيا
چيت ڪري چين ۾ وتن ڪارهر قتيل
منجن مولن سان آهي، اڏوتي اصيل
سچل سڪ سبيل - جي ۾ جوڳيڙن جي.

( ٤٠ )

لاتي لاهوتن، ڏرم جي ڏوطي
پنهنجي جي پوڳي - منجهه ساڙي سڌاسي هليا.

( ٤١ )

جهونا ڳره جي جوء ۾، جوڳن جوڳ اجوڳ
پوڳن پوڳ اپوڳ - پاط وڃائي پا هنجو.

# مالڪوس

مالڪوس ڇهن مکيه راڳن مان هڪڙو آهي. هن راڳ جي شڪل ڏاڍي پيارڪ آهي.

مالڪوس، جو رنگ ڳوڙهو ڳاڙهو آهي. راڳ وديا جي پستڪن مالڪوس جي تصوير ڪامي ڪري اچاري آهي. پوشاڪ ڪاري رنگ جي پهريل اٿس، هي پيروي ڏاڻ جو راڳ آهي. گرچ پيروي، پيروُن جي استري آهي پر ڪتابي ڪٿا آهي، ته مالڪوس پيروي جو عاشق آهي. پيروي جي ستن سرن مان جيڪڏهن ٻه سر رکب ۽ پنچم نه لائجن ته باقي ٥ سرن مان مالڪوس جي صورت نڪري نروار ٿي بيهندي. مالڪوس جي ڳائڻ جو وقت ٽين پهر رات کان شروع ٿئي ٿو. مالڪوس هڪ وڻ هيٺان پنهنجي معشوق پيروي جي فراق ۾ ويٺو ڳائي ٿو.

## ڪافي

جي هجين عاشق — ته ٻڌ سر ميڏهه محبت جو وساه
ساه جو سانگو ڪرين — تا پير هن ٿڙ ۾ نه پاء
١- پاڻ ڪل قربان ڪر — هي دم هڻڻ جي جاء ناه
آء ادا اعتبار ڪر؛ آهوش نيند ڙ هي هواه
٢- رت روئڻ راتو ڏينهان — آهي لڇڻ محبوب لاه
هي ملڻي سودو سهانگو — ڪين ڪي سرڪا نسواه
٣- ڪين ڪي مولڪان ٿيو — هيءُ عمر ڏاوئي اجاه
هت وساري ٿي وهڻ — جاني نه هين تو کي جڳاه
٤- هيءُ محل موچاري آهي — پوءِ ڪندين هت هاءِ هاء
هاه هيءُ پوءِ هت نه ايندءِ — ويل ويندءِ واءِ واه
٥- هيءُ حقيقت حال جي — ساري وجي سائين سڻاه
سو سچو مرشد سچي جو — پير عبدالحق آء

## ڪافي

ملڪ جا مالڪ پيا — تون وڃون وِ ٻيئين ٻڌين
هيءُ ڪهين هن حال ۾ — تو کي وڏو هنسي هڻين
١- آهي امانت ٻين جي — تون آهين ڪٿ ڪين ڪي
سرهي سارو ڪر صحي — هڪ ٻه ڏي ڇو تو ڳڻين
٢- هي جيڻ آهي عاريت — پوءِ ڪينءَ ويو تو کي وڻين
ڪي وڃون تون ٻاڻ کي — الله ٻاهر آهي ڏڻين
٣- سير الله سير با الله سير مون الله گهر
سير في الله لاه تون — خود ڪان وڃي منزل ڪڻين
٤ انسان جو اولو ڪري — سؤ رنگ ڪرين سنسار ۾

(۳۲)

ڏاھو چڙھي ڏار تي، ڪري ھي مذڪور
سختيءَ ۾ سور – چوي ٿو ڇڏب سين.

(۳۳)

سٺو سنيھا سرتيون، ٿو چڙھيو ڏار ڏئي
سارو ساھ لڳي – ٿو نازڪ نياڻن سين.

(۳۴)

ڏاھو مٺي چڙھيو – ڪري ٻه بيان
آڳڻ ڦڻي احسان – ڪري ڪلامن ساڻ ٿو.

(۳۵)

ڏاھيون سڀ ڏسو – جو آيو ڪانگ قريب جو
جھوري ويم جسو – لون نياڻن سان ادو.

(۳۶)

وٺيو ۾ ويڙھي – ٿو ڪاريون ڪانگ وھائي
روح لڳي ريڙھي – سڀ ڪنھن جو ٿو سرتيون.

(۳۷)

ويڙھي وٺديئي – ڪانگي ڦھر ڪمايو
ڪاڪيون ڪٽينديئي – پيم ٻور ٻرڻان سندو.

(۳۸)

صدقي ساه ڪريان – ھن ڪانگي تان ڪاڪيون
جي ڏي سنيھا سڄڻان – سي سانيي ساه ڏيان
پلي پيئو پريان – الھي ويلي اوتيئن.



(۴۰)

آڻي ڪانگ ڏنياس – ڪٿا بت قريب جي
ڀو ڪري ٻت ٻيس، ڇوھون تند ڇتياس
پيچون پيچ ٿياس – روندي ڇولي ڇڪ ۾.

(۴۱)

ملي ڪانگي ھڪ – ڪ جا ڪيس ڳالھڙي
ٻڌڻ سان روئي ڪري، ڇولي ڪيائين ڇڪ
تنھن سديھي مان سڪ – ٻاھي ڪيائين ٻڌري.

(۴۲)

ڏاھي ڏڙھي ڏار تي – ٻولي ھي ٻولي
ٻڌي روئي رت سين، ڇڪ ڪيم ڇولي
ھنڊڙي ۾ ھولي – ھاريون اڱر ھوت جي

(۴۳)

سڄڻ جا سنيھا – آڻي تھن آڻ ڏنا
ڇڙئي ٻا جوون ڇيه – ڇڻ ڏنائين سڀ ڪي.

(۴۴)

سٺو سنيھو سيئي – اديون محبوبن جا
لکن منجھ ليئي – ڪا سوائي سور سان.

(۴۵)

آءُ ڪانگا ڪارون – ٿو سان ڪريان ڪيتريون
ڀڃائيون، پيغام ٿو، پريان جي پارون
سچل سنيارون – ٿو ڏاھا ڏاڙي ڏئين.

(٥٧)

اڄ نه آهي ڏار – لامين لوي ڪانگڙو
جيڪس پرديان پار – ڏسندي سو ڏک پريو.

(٥٨)

زاغ نه تيءَ زبون – وئون اڏامي اوڏهين
ترڪ خاصو مهنجو خون – کڻي پوندءِ ڪانگڙا.

(٥٩)

لڪو ۾ لامين – تو لاڪيٺو لاتيون ڪري
ٿهڪندو ٿامين – ڏئي سعيها سڄڻان.

(٦٠)

چڙهيو مٿي ڇانپ – اينءَ چوي تو جيڏيون
سينءَ ۾ ڪاڄ سانپ – ساري سنيهن جي
ساري ڳالهه سچي – اڄ ڪانگي ڪٿي قريب جي

(٦١)

رهي دل رچي – تنهن نازڪ نياڻين سين
آڏي ڏنا ڪر – ساٿي يار سنيهڙا

(٦٢)

مهنجي يارن ٻڪيڙا وچ ڊوساڻي در
جو سڪ آهي مون سر – ميان محبوبن جي.

(٦٣)

ڏنا ڪر آڏي – سنڌا سڪ سنيهڙا
هنڌڙو مون هاڻي – آهي سچل سواءِ ۾



(٦٥)

چڙهيو سر ڇانئين – لعوين جي لاتيون ڪرين
سنيها سڀ سائين – جي تا مڪٽي سڄڻان.

(٦٦)

ٻارانيا ٻويون – وجهي ڪيچي ڪانگ جي
ڪڏي آب اکيم مان، هتين نچويون
اڙکن سان لويون – تي هتين لائي هتوا.

(٦٧)

چڙهيو ڏار ڏئي – سعيها جي سڄڻان
روڙي روح رکن مان – ساڻ نياڻين ٿئي
جسو جاءِ ڏئي – سڻي ٻارانيا ٻرينءَ جا.

(٦٨)

اڄ ڪانگل آيو – مان ڪندين مولچهه مان
سو ڏان مهنجي ساهه کي – سرتيون سيبايو
ميڏي هلايو – اڄ محبوبن مهر سان.

(٦٩)

ڪانگا چوءِ ڪينءَ – سرهائي ڏئي سهرين
حال اسان هت هڙا، ڪي هت پيئي هنا هينءَ
هام ڏئي جهڙ جينءَ – تين ٿي اوت اکين جي.

( ۷۰ )

ڏاها ٿيءُ نه ڏوار — وڃه موٽي ٿي، ويجهڙو
ڪر ڪالهوڪي ڳالهڙي، جا هوئي رات حضور
دوست اڳين دستور — ڪي تعظيمون توکي ڏيون.

( ۷۱ )

زاغ زبانون ڪيڏي، اهائي وائي
پريان سندي پار جي، آ توکي واڌائي
پڇي حقيقت حال جي، هت ساڄن سيائي
ته ڪي عاشق خوش اسانجو، ڪل ڏجانءِ ڪائي
مونسان بيحد ڀلائي — ڪئي پرين پارون پهنجي.

( ۷۲ )

الله لڳ اڏام — تون موٽي محبوبن ڏي
وڃي ڏيج پرينءَ کي، ٻاجهه جي پيغام
ڪري قدمن تي پٺي، سو لک ڏج سلام
آهي اوهان لاءِ سپرين، مڙيوئي ماقام
اڇط جو انجام — ڪر سکهو طرف سچل جي.

( ۷۳ )

ڪي سوئي پر — اڄ اُڏا ڪو اوڏهين
رسيو وڃي اتهين، ٻانڌي منجهه پهر
خاص وٺي خبر — موٽيون ماڪن ٻانڌجي.



( ۷۴ )

ڏار ڇڏيو ڏاهو — توڏهن دلاسا دل کي
صبح سانباهو — اڱڻ آ عجيب جو.

( ٥۷ )

ڪيڙا پويانءِ — لڙو موٽن موڙ ه
آءِ اڏامي اوڏڙو، جهوليءِ ه جهويانءِ
سپ ڪپ ڪتوريءِ ه، لاڪيطان لويانءِ
سجر پر سويانءِ — هڪ ڪري هٿن سين.



## ڪافي

اڄ اهو ارمان - ڄا مڃهان هت ڄاڻي آيس،

١- ڄاڪر تيس نہ ڄاڻان ڄاڪان - صحيح ميس سلطان

٢- داڻہ هيڻس ڏيس، انهيءَ ۾ - هت تيس، ڏاڏان

٣- ڪوئي ڄاڻي ڪوئي سڄاڻي - اڏو مرڻ جو ميدان

٤- اصلون ساڻ وٺي هت آيس - سورن جو سامان

٥- هڪ گهر ڪري ٻي گهر آيس، - محض رهيس مهمان

٦- بحر اُتون جا لهر اُٿي ٿي - موتي ٿيو مهران

٧- سچل ڪي ڪيو ساعت ساعت - حيرت ۾ حيران



## ڪافي

آءُ پنهون ٻاڄ آهيان - ڪاڪيون منجهان ڦاهڪاڻي

١- صورت اها مڃهي ڏٺي سي - ساڻي ٻيا ڪين ڄمنيايان

٢- ڳاله پري هوئي ٿي پٽي اوري - ڪيڏي سي ڪانگہ اڏيان

٣- مدعا مطلب اهو ڦڙيو ئي - پو ٿيون مان ڪهڙيون ٻڌايان

٤- سڌ پڇي مون سرانهي جي - ڪيھ پنهيو ڪي پائيان

٥- سچي منجهان سهج ٿيو پيدا - ڪيهون ڪوڙيون ڳالهيون ڳايان

## متفرق ڪلام

( ١ )

ميهر ڪي مهر ڪا، پوندي من مٺين
سٺهي جا سٺين - سڏڙا وڃان سير جي.

( ٢ )

ميهر ڪي مهر ڪا، پوندي مٺين من
پهنجو قرب ڪن - ذرڙ ڪا، و نيار ڪير تري.

( ٣ )

جيسن دل دلي سان، ساهڙ ڪين سچو
ڪچو تيس ڪچو - ڏا ساهڙ پڪس سير ۾.

( ٤ )

ڪچو سچو ڪين ٿي، توڙي اچي رنگ
سچي سندي سنگ - ڪچا سچا ٿي ويا.

( ٥ )

اچي وڃي وچ مان - وڃان ڪين وري
ڏسي نڪا وائسي، کهوري کهير کهري
ترِيون ٿي تري - ڌارو لڙي جين ڌار ۾.

( ٦ )

ڄڙن جي ڇڻڪار، منهنجو چت ڇريو ڪيو
راتيان ڏينهان تن ۾، تن جي اُتم تار
ميهن ۽ ميهار - سندي سِڪ سرير ۾.

( ٧ )

ميهن جي مٿان - کهوري وڃان کهوٽ جي
ڏاهان ڏُهن ۾ وڃي، وڇڻ جي وڃان
لاهيان ساهڙ جي وڃي، اڄڻ سان اُڃان
لڄان ڪين ڪڄان - ملڻ لءِ ميهار جي.

( ٨ )

پريان پٺي ڏسان - ڪانگها ريون ڪپڙ تي
رنيون ڀڳي روح ۾، رويون پٺي روئان
پويا ٿڙي پيان - تازا ڪير تني سندا.

( ٩ )

نه ڪا ڪندي، نه ڪو ڪپڙ، نڪا وڄون واهه
مونجها موجن ۾ اتي، سياڏا سيڻاهه
سهڻي کهري سير ۾، ڪري ڪاهون ڪاهه
پاڙي ۾ پناهه - پرور ڏنس پاڻ ڪڍي.

( ١٠ )

ڊٺي هٿي هڇ تي، هت ڏيس هيڻا



سهاريا سچو ڇوري، لاکي کي ليڻا
ٻڏندي جا ٻيڻا - ساهڙ ڪيا سير ۾.

( ١١ )

هٺي هٿي هڇ تي، هنٿي تي هيٺي
واهڙ ۽ ويرن ۾، تي واڪن و هيٺي
سيرالد ر سهڻي، ويچارئي وس ڪيا.

( ١٢ )

دلي ساڻ هوئي دل - داداڻي دلير جي
انهيءَ ڏنس اوڇتي، جل آندر اجل
ڪل نه هوئي ڪنيار کي، ته خاڪي منجهه خلل
مٿيءَ جو محل - پرزا ڀاڱي ۾ ٿيو.

( ١٣ )

هت نه ملي هت کي، سالم سيڻا هين
ڏڏڪا ڏم دريا جا، ڪپر پيا ڪپين
موج ڀسي مهراڻ جي، مٿيون ٿيون مڇين
پرين ڪين پڇين - هڏ ڀڄڙ هوت کي.

( ١٤ )

مسجد ۽ محراب جي، ڪاٺي ڇڏين جاڻ
پرين پيشو پاڻ - ڪعبي ۾ ڪافر ٿي.

(١٥)

پاڻ سڃاڻج پانهجو، اٿئي ڪل اندر گوهر
ڦٽو ڪر پيائي جو، ڀاري ٻوهر
جوت پريو جوهر — پاڻهي پسين پارکو.

(١٦)

وهي بت ڪده ۾، بت کي ڪرن سجود
پڄي سڌ سلام جي، هيڪر ٿيا هنود
جاتن ۾ جيئي سان وانگا ريائون وجود
ساجد ۽ مسجود — سچل ڏٺ هنگلاج ۾.

(١٧)

صورت سڀ انسان جي، اٿي عشق اصل
خلق الله آدم علي صورته، جزو جهڙو ڪل
الانسان سري انا سره، سچ سچا پيو سل
ٻول نه ٻي توڻ ٻل — هٿي هٿي هڪ ٿي.

(١٨)

نه ٻي ديني بندي ۾، نه اسم اسلامي
هندي سندي ناهه هو، شاهه ناهي شامي
نڪا حرڪت هنکي، نڪي آهي آرامي
خواجا خدامي — پنهنجي ڪري پاڻ ٿو.



(١٩)

پنهنجي ڪري پاڻ ٿو، خواجا خدامي
غير وڃائي غير ۾، ڪري غازي غلامي
چڱو چوائي ڪاٿهين، ڪٿ بيحد بدنامي
عالم هي عامي — سڌ نه سمجهي سچ جي.

(٢٠)

نڪو آدم اٿهين، نڪو جسم جان
نڪو جزا جاءِ تهين، نا سرت جو سامان
نڪو قدر نڪو جبر، نا خوشي نا ارمان
بيخبري جو بيان — سچل ڪنديں ڪيترو.

(٢١)

ٻائي جامو جميعت جو، آيو منجهه جهان
جزي جاءِ هت ڪئي، ڏس فائق جو فرمان
جيڪي ڏسين ڏيهه ۾، سو اٿي منجهه انسان
نسورا نيشان — سچل سڀ سرير ۾.

(٢٢)

چڙهي پچر پانهجي، ٿا ڪاهن قافون قاف
ڪري ڪعبو قلب کي، طالب ڪن طواف
الفقر لا يحتاج الا هو، صوفي صافون صاف
لاهي غير غلاف — نوري وڃي نور ٿيا.

( ۲۳ )

نفي ۽ اثبات کان، هن خاصا خبردار
عاشق سڏائي خلق جي، ڪٺن مرد ميار
سچا ڏين ڌرم ڪان، بانڪا سي بيزار
هستي کي هوشيار — اوڏو اچن ڪين کي.

( ۲۴ )

مڪر ساڙ ملڪ کي، لٽيرا لٽين
الله خير الما ڪرين، سچا نا سمجهين
ڪريو پيا ڪرين — اڏڪلون الله سان.

( ۲۵ )

جپ صاحب جو جپ — ڏا گرنٿي گر ملئي
قربانتي ڪپ سان، ڪلفت پيو ڪپ
راست توڙي چپ — سچل ساڳيو سگرو.

( ۲۶ )

پاڻ پوڄاري پاڻهنجو، پهنجو پوڄاري پاڻ
ڄاڻ انهئ جي ڄاڻ،* ڄاڻ نه ڄاڻي ڄاڻ کي.

( ۲۷ )

سيني ۾ صنم، سچل ڪي سدا
بت جو بت خدا — پوڄاري جي پر ڪٿين.

* ... ڄاڻ ڄاڻي ڄاڻ کي.



( ۲۸ )

سچل ڪي سدا، سيني ۾ صنم
ڪونهيس ٻيو ڪو ڪم — پٿر جي پوڄا ٻنان.

( ۲۹ )

پرين سندي پوءِ جا، ڇماڻ ٻئر مون
تهن ۾ ٻي آن تون — نظر ناهي ڪو ٻيو.

( ۳۰ )

لڳا هٿ حجر کي، هيڏون سندا هوت
مون ڏي ڏاءِ موت — پٿر تو ڇميو ڇماڻ.

( ۳۱ )

حجر تو کي هوت — ڇميو ڀرين چاهه مان
راز ڏنو هو ڪو تر — تو ۾ سچڻ سپرين.

( ۳۲ )

ڪعبي ڏلي پاڪ کي، پٿر تو پناهه
هيڏان تو کي هر ڪو، ڇمي منجهان چاهه
عاشق آيا تو اتان، صدقو ڪرن ساهه
امر سان الله — پٿر پوڄا مون ڪئي.

( ۳۳ )

ديوي رکي دل ۾، جهن من ڪيو مندر
اندر ئي اندر — پوڄاري سو پيو ڏسيو.

(٣٤)

مندر ڪري من کي، پوڄاري پوڄاءِ
پار نه پيو پڇاءِ - پوڄاريا پر بندر جا.

(٣٥)

پوڄاري جي پارکو، مهاديو تن من
گنگا ڪير رهن - ٻئن ڏسن ڪين کي.

(٣٦)

مهاديو جن من ۾، پوڄارن تن پرک
اڻيءَ پهر اندر ۾، لکن لکن الک
رکي ويا رازتي، ڪاڙي سي ڪک
جهان ماري جک - * هو پوڄا ۾ پر ورهيا.

(٣٧)

هر ٿالا نه هير، سيمابي سرير ۾
سائط تي سهاڳ سان، ڪوري ڪڍ ج غير
سيميا سند و سير - هرڏاتي مان هٿ ڪرين.

(٣٨)

ونئي مت منات جي، لات جي لونج لات
مڙهي ۽ مندر جي، موکج سڀ مرجات
پائين سڀ پرجات - پوڄاري پر بندر جا.



(٣٩)

پوڄاري پر بندر جا، پائين سڀ پرجات
چمق ڏئي چقمق کي، ڪڍ خامي ذرا بات
چار ئي طرف چور ڪري، دور ڪرڊ رجات
توڙين لات منات - ته پوڄاري پر ٿئين.

(٤٠)

رام رحيم هيڪڙو، ته راوڻ ۾ وري ڪير
ڪرشن تي جو ڪنس ڪان، وٺين ويٺو وير
پائي پريم پرلاد سان، توڻ هرناڪش کي هير
سچل ويرا وير - پهنجو اٿي پاڻ ۾.

(٤١)

پهنجو اٿي پاڻ ۾، سچل وير اوير
سريري هي سير - سمجهين ته سر ٿئين.

(٤٢)

ڇا جو شڪ گمان - سڀڪا صورت تهنجي
متان ڪرين ارمان - گهلا اڻهيءَ ڳالهه جو.

(٤٣)

خانو هي خيالي - دل جي اندر دل جو
وارج وصالي - ورق وجودي وڙاء.

(٤٤)

حرف حلال هيڪڙو - ٻيا سڀ حرف حرام
عاشقن انجام - اهو آهه عجيب سان.

## ڪافي

ڏاهي پاروچو ٿيو – آدي اهو جو روز ڏسان ٿي
١. ويني هيڏس وات تي – اچي وسيلو ٿيو
٢. ماڙيءَ ۾ معشوق ڏٺوسي – لعل پائي ويو ليو
٣. جتن ڪيچ جتن جو – سنگ سڀ سان ٿيو
٤. سير سا روئي صورتين – پاڻ قريبن ڪيو
٥. ڪيو سچل کي سرٽيون – انهن خمارن ڪيو

## ڪافي

لنکهي ويون ڪالهه قطارون – ڪولڃڙين جون ڪيچ وڃڻ ڏيه
١. ڪنديون ويون ڪيچ ڏي – طرحين طرحين تنوارون
٢. ولر ڪيو وڙڪن ويڇا ريون – ڦٽي ڏيون سي ڦارون
٣. ولر ڪولڃڙين جو – ڪهن اندوه اڏاريون
٤. انهن جي افسوس جون – پونديون نيت پچارون
٥. سچل هليو سوز ۾ – لاهي لوڪ ميارون.



## ڪافي

جيڏ آئين پلي آئين
ڪهن منزل مون پهچائين تون
١. سرمد کي ڏئي لت کهائيءَ
سورئي تي منصور چڙهائيءَ
شيخ عطار جو سر وڍائيءَ
هيڏي پنڌ پچائين تون
٢. ذڪريا کي ڪرت چيرائيءَ
يوسف کي منجهه کوهه وجهائيءَ
شمس ملن جي هٿان مارائيءَ
عاشق ٿو آزمائين تون
٣. جٺيو ڪفر صعنان وجهائيءَ
بلي شاهه کي ذبح ڪرائيءَ
جعفر کي دريا ٻوڙائي
ڪن کي پار لنگهائين تون
٤. کهاٽي ۾ بلاول پيڙائيءَ
شاهه عنايت ميدان مارائيءَ
سچل سدا پنڌ پچائي
عاشق ڏس آزمائين تون

## ڪافي

دل ڇين ساڻ جي ڇمين - پير مغان جو آستان
محبت سچي محبوب جي - ٻانڪا وڃي ٿون ٻاس ٿان
۱. ڪي ڏينهن مٽي منتار لءِ - ورد ۽ وظائف مون پڙهيا
جڏي عشق آرا نيا ڏنا - ٿيون خود خدا جون خواستان
۲. راهون سڀئي گمراه ٿيون - جي مون پڇين تون ڳالهڙي
ڪرتون گذ ربي گوڙ ڪون - اٿي راه رب جي راستان
۳. رنگه روح کي لاشڪ لڳو - دنيا ۽ عقبيٰ پور ٻ لڳو
عمري تهين ڪم ڪل ڪيو - وه واه ويا وسواس ٿان.
۴. ڏکون ڪان سچل نا ڏرين - بس تون متان رو ڇتون ڪرين
هت درد وارن جي پرين - پاڻهي ڪرن ٿا پاس ٿان.

## ڪافي

عاشق جي احوال جي - تون ڪوه نه پڇين ڪل
۱. راڻي ڪاڙ ٿي روئي - محل چڙهي مومل
۲. سهڻي گهڙي سير ۾ - آڏي عشق اجهل
۳. سسئي ڪوند رکها ريا - پنهون رئي هت پل
۴. ڪنڌ هن ٻڌي ڪانڪا - جها ڏکيڙن ٿي جهل
۵. سڪ سچل کي سرتيون - ڪيا سيني اندر سل.



## ڪافي

دارون نه ٿيو ڏئين - آهي طبيب عشق مهنجو
۱. دليون دارئون سنديون - موتي نال ڇونٽين
۲. ڳالهه اهائي عاشقن جي - هئي لائج ساڻ هنٽين
۳. اوڏنه اولانيو آئيو - ڇو ويڇن ڏي وئين
۴. رکه سچل تون سوز سيني ۾ - تا تون سچو ٿٽين.

## ڪافي

نادي مڃتا ۾ مطلب
تو ڙي پٽيءَ لڳيءَ سارو جڳه - ته ٻه ڇا ٿيو
۱. نفي سري خفي اخفا
جاري ٿٽي تم قلب - ته ٻه ڇا ٿيو
۲. ڳالهين ڪٿي ڪين ملي ٿو
منصوري منصب - ته ٻه ڇا ٿيو
۳. ڪاڻ تماشي ڪيترا
پڇن پار عرب - ته ٻه ڇا ٿيو
۴. ڪري ڏيکارين ڪيترو
عالم کي ٻه عجب - ته ٻه ڇا ٿيو
۵. نفل نمازون ورد وظائف
ڪيءَ ڪوڙ ڪسب - ته ٻه ڇا ٿيو
۶. ٻاجهون عشق الله جي
سچل ٿي جي سبب - ته ٻه ڇا ٿيو

## ڪافي

مون غريب جو حال - توکي معلوم آهي

١. صدقي ڪندس سو سائين - هيو سڀ ملڪ ۽ مال

٢. دوست اوهان ري ديس ۾ - ڇتو آه جنجال

٣. ڇني ڏڏايان ڪيترو - آريا ڏئي احوال

٤. منهنجي سچل جو سڄڻين - سائين لکيو سوال.

## ڪافي

اڄ هوتن ري مت ماڻ - هيا ڪير لهي مون ساران

١. قاصد ڪيچ وڃڻ ڏنڌ - آغا سکيو آڻ
ٿي روز وڃايان قاران

٢. وڃان وڃاڻان ڪيترا، قريبن جي ڪاڻ
يار ملن شل ياران

٣. آيون انهي پار ڏنڌ، اڏيون ڪري اڪاڻ
ڪونجن جون ٻه قطاران

٤. سنجهي صبح سرتيون، پار وهي جي پاڻ
آهن سچل کي سنباران.



## نوٽ

نمبر ٢ مصرع ۾ "آغا" لفظ آيل آهي. انهي مان اسانکي سمجهڻ نه کپي جي ته اهو آغا جو شعر آهي. اهو ڪلام جهڙي طرح مير صاحب جي قلمي رسالي ۾ پڻ مرزا صاحب واري ڇاپي واري رسالي ۾ آيل آهي تين ئي لفظ به لفظ هتي ڏنو ويو آهي. ساڳي طرح اهو نالو (آغا) فقير صاحب پنهنجي فارسي جي ديوان آشڪار جي "ء" جي رديف ۾ پڻ آندو آهي.

"والله عالم بصواب".



# سرمست جو سرائڪي شعر

### ۱- ڪلام

ميں تا ڪوئي خيال هان - ليسان نال خيال دي
زهد عبادت تقويٰ طاقت- هي ئي ڪرشال دي
فڪر نهين وچ فاني ٿيندين- ويکين جوڙ جمال دي
اهين منزل اُهي ويسن- صاحب جي احوال دي
ميں ديدار ديدار ميں وچ- پهر ير ويس وصال دي
سچل سچ ڪريندا ظاهر- الا ڪاظ قتال دي

### ۲ ڪلام

اکيان باز تي دل مرغابي- پيان وچ دست شڪاري دي
عشق رساز اتفاقي هوندا- ڪر نهين اختياري دي
۳ جري جهن ڪرن چنگل ماريا- خيال ڪيا سنساري دي
ڦيتڪ نال وه مول نه ڇڙندا- منه پيا وچ ماري دي
ڪل تهن ڪون آپي هوسين- ماري حسن هزاري دي
سانگا چوء سچل سرستڙا - سودي نهين بزاري دي



### ۳- ڪلام

نه مين تاب نا بي تاب - نه مين ابر نا آفتاب
نه مين گويا نا مين جويا - نه سوال نا جواب
نه مين خاڪي نا مين بادي - نه مين آگر نا آب
نه مين جني نا مين انسي - نه مائي نا باب
نه مين سني نا مين شيعه - نه مين ڏوه نا ثواب
نه مين شرعي نا مين ورعي - نه مين رنگ نا رباب
ذات سچل دي ڪيهي پڇندين - نا لي تا نا ياب

### ۴ ڪلام

قاضيا ڪيهي مسلي پڇنيدين
عشق شرع ڪيا لڳي لڳي
بهشت دوزخ دي ڏي نا دڙڪي
اهي پوء اسان ڪنون ڀڳي ڀڳي
باب بره دا ڪوئي نه پڙهندين
ڪاغذ لکيندئين بڳي بڳي
مين رانجهي دا رانجهن ميڏا
روز ازل ڪنون اڳي اڳي
سچل هئي مسڪين نماڻا
توه تيڏي نال ٺڳي ڏڳي

٥- ڪلام

سوئي ڪم ڪريجي- جهن وچ الله آپ ٻڌيجي
وچ ميدان محبت والي- دم قدم ڏريجي
اها تڪبير فنا في والي- پهلي پهر پڙهيجي
مار نغارا انا الحق دا- سولي سر چڙهيجي
اندر باهر ڪو هووين- موتو قبل مريجي
وچ ڪفر اسلام ڪڏاهان- عاشق نا نراڙيجي
سبحاني ما اعظم شاني- سچل سر سٽيجي•

٦- ڪلام

عشق عقل دي نهين نهين- سڙ ري قاضيا
مسلي واليان ڳالهيان ڇوڙين
اڳون اسان نا ڀهين ڀهين
وس اسان ڏا ڪوئي نهين ملا
نال اسان ڪيون ڪهين ڪهين
عشق اسان نون علم تسان نون
نال اسان ڪيوين ٿهين ٿهين
صاف دليان دي ڪيتي هوسن
پور پرائي ڪهين ڪهين
عاشق هو ڪر آءِ سچا ڏون
سوز سچڙ دا سهين سهين



٧- ڪلام

ڪم هويا مين ڪم هويا- انهين سهٽي وچ ڪم هويا
خاڪي جسم وچ مين تا ناهيان- اصل ڪنون مين قادم هويا
لامڪاني سير اساڏا- هرجا حاضر هم هويا
الله وچون بندا بڻيا- اهين ڳالهين پر غم هويا
جيڏي ڪيڏي آهو آها- چاڙ سچل دا ڏم ڏويا

٨- ڪلام

نڪو مين نڪو تنين- تيڏين ڪم اڏان ڪم
١. نڪو قرب نڪو بعد- نڪو هجر نڪو جم
٢. نڪو ورد نڪو درد- نڪو غم اڏان غم
٣. نڪو جسم نڪا جان- نڪو دم اڏان دم
٤. نڪو بت نڪو رت- نڪو ماس نڪو چم
٥. نڪو غير نڪو وير- هرجاءِ هوئي هم
٦. اهو اندر اهو باهر- تي طالب اڏان تم
٧. سچل سچ ايهو ين آکيا- اڏان اڏان تم

٩- ڪلام

عشق پيوسي زورئون زور
ڪت ملادي ٿوڙون ٿوڙ
١. عاشق عشق الله دا چاوڻا
چڪ پتياسي ڏورئون ڏور
٢. لکر لکر ڪاغذ ڪينوني ڪالي
هن ڪتابي چورئون چور
٣. پير سچل دا عبدالحق هئي
نان ءِ ها ديدا اورئون اور

## کلام

کھاکر سرانہ کا – سر میدان آئونگا
گلی اب چھوڑ دلبر کی – طرف دیگر نہ جائونگا
نرہ کو سر چلاتا ہون – کڑا کر خیال خانی کا
بساط برہ کی بازی – بلاشک وہ بنائونگا
دوئی کا دین باطل کر – نکل باہر مذاہب سی
حکم یہ ایکا کا – بھرجا مین چلائونگا
وبی یسمع و بی یبصر – نشانی حق کی ہوتی ہئی
وبی ینطق صحیح کرکی – ہمہ سر مین سنائونگا
مقرر ہون مسیر ہون – قدم باہر نہ رکھتا ہون
ملامت بار باری ہئی – جواب سر پراٹائونگا
کھایون پیرنی مجکو – نہ خود کو غیر حق جانو
ولا موجود الاہو – نغارا یہ بجائونگا
سچی نی سر معنی کو – ازل سی تا ابد سمجھا
کڑا رہ چاہ آتش مین – دل و جان سبھ جلائونگا



## کلام

تیری درد مجکو جانا – اب بی خبر کیا ہئی
مجروح میری دل کو – اس اکہ نظر کیا ہئی
ناحق مسافرون سی – نینان نی کی لڑائی
ہم نی گواہ ان پر – سارا شہر کیا ہئی
ابرو کمان دلبر – مجگان خدنگ خنجر
ہم نی انہون کی آگی – سینہ سپر کیا ہئی
تیری ہجر مین پیارا – روتا ہون زار زارا
وعدہ نی تیری ہم کو – اب منتظر کیا ہئی
اتنی یہ بی نیازی – دلبر نہ کر سچل سی
اسکی گلی مین تم نی – اک دن گذر کیا ہئی

## کلام

اگر اپنا قدر جانو سپہ سالار تم ہوگا
کیا اندر کیا باہر ہمہ اظہار تم ہوگا
عجب ہئی بات باطن کی بگوش دل سنو صاحب
یقین کی آئو میدان مین اصل اسرار تم ہوگا
گمان کو چھوڑ آدیکو دوئی کو دور کر دل سی
جسی کی طلب کرتی ہو وہی دلدار تم ہوگا
کیا کیا کام اسکندر جو فاتح ملک کہلاتا
پکڑلی ملک دلیون کا سکندروار تم ہوگا
سچل کی ذات ظاہر ہئی سچا سچ ہئی جو وہی ہئی
فکر کرتو اری جاہل وہی تکرار تم ہوگا

## ڪلام

حق پاڪ هي حق پاڪ هي حق خالق الاخلاق هي
ڪب خورم و بيباڪ هي ڪهين غاضب و غمناڪ هي
ڪب حيدر قرار هي مشڪلڪشا دلدار هي
ڪب دلدل سوار هي ڪب مالڪ افلاڪ هي
ڪب شه حسين و شهه حسن رنگين پايا پيرهن
ڪب سبز ڪب سرخ و بدن واه واه خوش پوشاڪ هي
ڪب تها حدو ڪب يار تها ظلمات ڪب انوار تها
سچل يهي اسرار تها ڪب عيش ڪب دل چاڪ هي



# سرمست جو فارسي شعر

## ڪلام

اگر خود را خدا داني خدائي
وگر خود را گدا داني گدائي
اگر داني تو خود را تا وکه گل
پس آنکه در گلو محبوب آئي
بهر جا آنچه بيني جلوهٔ اوست
بگو با من که باقي تو کجائي
بود شب روز با تو يار مونس
که فرق مونميدارد جدائي
خدا مخفي ست در دل آشکارا
که خوش دارد صفائي با وفائي

## ڪلام

دلا بگذر ز شیخي و ز پیري
برو بگزین رسم و ره فقیري
اگر مردم ترا درویش خوانند
مبارک باد خوشتر از امیري
بلا خلل ست مسکیني غریبي
بود پر فتنه شاهي هم وزیري
که فخر و فقر کي گنجد بیک جا
ولي الفقر فخري را بگیري
اجل هرگز بتو راهي نیابد
که موتو قبل موتو گر بمیري
بسي شاعر نهان شد آشکارا
کجا ذوقي کجا رفته حقیري



## ڪلام

در دو عالم بادشاه عشق سیار آمده
که بمومن که بمسلم که بکفار آمده
نعرهٔ انا الحق زده منصور بر سردار شد
تیغ عشقش ناگهان بر شیخ عطار آمده
تا کز لاهور سرمد رفت و در دهلي رسید
سر بریده زخود تکرار بیزار آمده
در طریق عاشقي صنعان برفته خویشتن
کرد سبحه بر طرف در زیر زنار آمده
شاه شرف الدین قلندر بو علي سردار عشق
یار قاتل او ببین از ملکه تاتار آمده
نجم الدین کبرا و عبد الله هروي هردو یار
قتل کشته آن زلیخهٔ عشق درکار آمده

در خراسان بود عاشق نام عبدالخالقش
او که در مجموع علماءان گرفتار آمده
عشق سلطان واقع با شمس تبریزی چکرده
پوست از جسمش جدا کرده بدیدار آمده
خواجه بوالعباس با منصور بوده همرفیق
اندرین میدان عشقش یار با یار آمده
شیخ هیکل بود در بغداد شاگرد حلاج
دست شست از زندگانی پس بسردار آمده
صوفی شاه عنایت در سواد سنده بود
او هم از شمشیر عشقش بس نگوسار آمده
من کریمم من رحیمم شاه کربل دم زده
**آشکارا** من کیم او خود با قرار آمده



**کلام**

غریبی بیکسی شد مایهٔ ما
که بالاتر بود این پایهٔ ما
دلم پر غم پریشان اشتیاقش
ز دردم شیر داده دایهٔ ما
بدا نستیم ما کان یار دوست
ولی نزدیکتر همسایهٔ ما
نمیدانم فغان این نالها چیست
خوش آمد دوست را این هایهٔ ما
ندا آمد بگفتا **آشکارا**
که پرورده توئی در سایهٔ ما

**کلام**

هر کجا پر جا بجا پر من خدایم من خدا
تا چه شد پوشیده ام کز درد این خاکی قبا
این سخن صدق ست بر ما مردمان باور کنید
جمله بشناسند ما را بادشاهم نه گدا
ایکه من سیمرغ قافم روبرو مردار نیست
هست پرواز م چو عنقا در میان ارض و سما
من شدم او شد درین شکی نه باشد زاهدا
کوس منصوری بکوبم اندرین هردو سرا
**آشکارا** هوش داری باش همچو بندگان
بر در پیر مغان هردم کنی صد التجا

سرمست جو فارسی شعر ( [illegible] )

## ڪلام

ما سبق خوانديم از ديوان عشق
مست در هردو جهان سلطان عشق
رمز الانسان سري گوش کن
باليقين دان صورت انسان عشق
عشق غيري نيست گر پرسي زما
في الحقيقت هست آن رحمان عشق
او نگنجد در زمين و آسمان
گر بدل آيد کسي جولان عشق
زود شو اي آشکارا سر بده
آمده بر عاشقان فرمان عشق



# صوفي اصطلاح

## الف

آب حيات = ١. عشق ۽ محبت جو چشمو جنهن شخص ان مان چکو چکيو سو ڪڏهن به فاني ۽ معدوم نه ٿو ٿئي ٢. ڏهن جو حياتيءَ جو ڏڪ وسيلو آهي يا خود حياتي آهي.

اثبات = (ثابت) ١. عبادت جي حڪمن کي بجا آڻڻ ٢. حق کي ثابت رکڻ باقي باطل ڪرڻ ٣. ملڻ جي چيزن جو ثابت ڪرڻ. اسلام جي ڪلمي جو ٻيو حصو (الا الله)

احد = (احد ـ هڪڙو) ١ اسم ذات جنهن سان صفت جو واسطو ڪونهي ــ "الاحد المتوحد با الصفات" (احد صفات ۾ اڪيلو آهي)

آدم = (آدم ـ سو انس) خدا ۽ روح عالم جو خليفو. جو ڪجهه خدا تي اطلاق ڪرن ٿا ان جو اطلاق خدا جي خليفي تي به روا

آهي ٢. دم جي پيدائش ٣. دم جو پهلو ٤. خيالي وجود ٥. خيال ٦. خدا جي صورت ٧. گندم گون ٨. ساهه دار.

نوٽ- گرچ ساهه سڀئي جاندارن ۾ آهي پر منجهن پاڻ سڃاڻڻ جي شڪتي ڪانهي. ٺهڪري اهو ڳالهه منهن اچي نه ٿو سگهي، سواءِ انسان جي جو منجهس اها طاقت آهي.

ادراڪ = صوفين جي نزديڪ ادراڪ جا ٻه قسم آهن ١. ادراڪ بسيط يعني حق جي وجود کي ڄاڻڻ. مگر انهيءَ ادراڪ کان پڻ غفلت رهي ۽ انهيءَ ڳالهه کان به غافل هجي ته جو ڪجهه ادراڪ ڪيو ويو آهي اهو حق جو وجود آهي ٢. ادراڪ مرڪب يعني حق جي وجود کي ڄاڻڻ، مگر انهيءَ ادراڪ جو شعور به رهي ۽ هي به معلوم ٿئي ته جو ڪجهه ادراڪ ٿيو آهي اهو حق جو وجود آهي.

اعتڪاف = دنيا جي شغل کان دل کي خالي ڪرڻ.

افق اعليٰ = ١. روح جو پهرين مقام
واحديت الوهيت جو مقام

افق مبين = دل جو پوين مقام



آفتاب = صوفي ڪلامن ۾ آفتاب جي پيست روح سان ڏين ٿا ۽ ڪڏهن الله جي نور کي آفتاب چون ٿا ۽ نور محمدي کي مهتاب سڏين ٿا.

الله = خدا جو ذاتي نالو آهي باقي نالا اسماءِ حسنيٰ ۾ داخل آهن يعني جيڪي خوبيون الله جي ذات ۾ آهن انهن موجب نالو سڏيو ويو آهي. اهڙا ٩٩ نالا قرآن شريف ۾ آيل آهن. (الله نفي، هو اثبات) ال- لا- هو.

انزعاج = اها منزل جنهن ۾ سماع جي تاثير سان طالب کي وجد ۽ موج اچي.

انسان = ١. (اُنس- پيار) محبت نسيان = ڀُل ٣. الاهي علم جو جامع.

اوليا = ولي جو جمع- خدا جا دوست. هن ۾ غوث، قطب، قلندر، ابدال، سالڪ ۽ محبوب سڀ اچي وڃن ٿا.

اهل ذوق = اهي آهن جن جي تجليات جو حڪم سندن قلب ۽ روح جي مقام کان نفس ۽ قويٰ جي مقام تي نازل ٿئي ٿو.

ڪويا هو اهو حس ۽ ذوق سان معلوم ڪرن ٿا. هي حال سندن پيشانيءَ مان معلوم ٿئي ٿو.

ايمان = ١. صوفي ايمان علم بقا جي مرتبي کي چون ٿا ٢. ڪي عشق کي ايمان سڏين ٿا ٣. امان ۾ اچڻ ٤. خدا تي يقين رکڻ ٥. گناهه جو پڇتاءُ ايمان جي نشاني آهي (ايمن - سلامت)

## ب

بارق = روشني جا الله جي طرفان اچي ٿي ۽ جلدي وسامي وڃي ٿي.

باطل = ١. معدوم ٢. ناچيز ٣. خدا کانسواءِ ٻيو جو ڪجهه آهي.

برزخ = ١. روح اعظم (پرماتما) ٢. عالم مثال ٣. مرشد جي صورت.

بسط = طالب تي هڪ اهڙو وقت اچي ٿو، جنهن ۾ هن کي اميد، خوشي ۽ رقص حاصل ٿئي ٿو.

بُعد = الله جي مرضي جي مخالفت ڪرڻ کي صوفي بُعد سڏين ٿا.



بقا = هر شيءِ ۾ الله جي قدرت کي ڏسڻ ٢. هستي جو قائم رهڻ.

## پ

پيرخرابات = مرشد ڪامل - سچو ستگر.

پيرمغان = مرشد - گرو (پارسين جي پير يا گرو کي مغ يا مغان سڏيندا آهن)

## ت

تجلي = غيب جي نور کان جو ڪجهه دل تي کلي.

تجلي اعظم = ١. واجبي فيض ٢. غيب جي حقيقت.

تجلي ذاتي = اها تجلي، جنهن جو سينٽر (مرڪز) ذات آهي.

تجلي شهودي = اها تجلي جا حق جي وجود جو ظهور آهي، جنهن کي اسم النور چوندا.

تجلي ناري = شيطاني تجلي.

تجلي صفائي = اها تجلي جنهن جو مرڪز الاهي صفات ۾ ڪا ئي صفت هجي.

تجريد = پنهنجي هستي دل مان ڪڍي ڇڏڻ.

خلق کان الڳ رهڻ.

تفريد = ۱. پنهنجي هستي صاف مٽائي ڇڏڻ ۲. هر دم حق جي همراهي چاهڻ ۳. خلق کان يڪا ٿي رهڻ.

تفکر = ۱. دل جو چراغ ۲. عبرت جو چراغ ۽ سمجهه جي ڪنجي ۳. حقيقت ۽ طريقت جي ڪيتي.

تقليد = ٻي آدمي جي قول ۽ فعل (ڪم) کي حق سمجهي ان جي پيروي ڪرڻ ۲. ٻي جي قول کي دليل کانسواءِ قبول ڪرڻ.

تلوين = طالب جو پنهنجي حالتن ۾ ڦير گهير ڪرڻ يعني ڪڏهن ڪجهه ٿيڻ ڪڏهن ڪجهه ٿيڻ. اهو صوفين جي نزديڪ نقصان کان خالي نه آهي ۲. استقامت جي طريقي ۾ ڪوئي مقام ڳولڻ ۳. مشاهدي ۾ جيڪا هميشه طالب جي حالت ڦرندي گهرندي رهي ٿي، ان کي صوفي تلوين چون ٿا.

تمڪين = تلوين ۾ قائم ٿيڻ. جيسين طالب راهه ۾ آهي تيسين صاحب تلوين آهي. جاڪا طرف هو هڪڙي حال کان ٻي حال جي طرف ۽ هڪڙي وصف کان ٻي وصف طرف، ترقي



ڪرڻ وارو آهي. جڏهن واصل ۽ متصل ٿي وڃي تو تڏهن کيس تمڪين جو صاحب سڏين ٿا.

توحيد = ۱. هيڪڙائي ۲. فرق ۽ جمع جي احديت

توجه = ۱. مرشد جي مريد جو دل ۾ همت پيدا ڪرڻ ۲. مرشد جو باطني همت سان مريد جي دل کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ ۳. مريد جي دل کي پنهنجي خيالي سيقل سان صاف ڪرڻ ۴. مريد جي دل کي پنهنجي خيالي طاقت سان روشن ڪرڻ.

## ج

جبروت = ۱. عالم درمياني (وچون) ۲ـ وحدت جو مرتبو ۳. لسيان جو سير.

جلال = الله جي قهر جون صفتون.

جمع = رڳو الله جي خيال ۾ غرق رهڻ.

جمع الجمع = فنا في الله يعني الله جي ذات ۾ فاني ٿيڻ.

ذات = اصليت - نورالاهي - پرماتما جي جوت.

صفات = ان مٽي ڪوش = جو ڪجھ هن برهمانڊ ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو - اها شئي جنهن جو پاڇو پوي. هتي اشارو انسان جي سرير طرف آهي.

حقيقت (حق = سچ) سچائي.

طريقت (طريقه = رستو) الله ڏانه نيندڙ رستو.

معرفت (عرف = هن ڄاڻو) الله جي ڄاڻ- گيان مارگ.

چولي = چولي ۾ = بوتي ۾ - سرير ۾.

و نفخت فيه من روحي = ۽ ڦوڪيم آدم ۾ پنهنجو روح (قران)

دع نفسڪ = پاڻ ڇڏ = خود ذات ٿي وڃ. هن صفات (ان مٽي ڪوش) کي وڃان ڪڍي ڇڏ.

"دع نفسڪ تعاليٰ ربشنو

اي براد وزگوش پنبه برار" (عطار)

هستي = (هست = آهي) مالڪ - اهنڪار - هٺ.

ڪيف = خمار - نشو.

حسن = عام خوبي جو نالو - صورت جي خوبي.

را (ست ۱۵)

خدا جو حڪم بڌ ۽ پاڻکي هنن بندن کان آجو ڪر



اها چيز جا پاڻ ڏانه ڇڪي. مايا ۾ سمايل نور.

نوٽ - حسن فاني آهي.

جمال = خاص خوبي - صورت ۽ سيرت جي خوبي- نور اعظم جو جلوه- پرماتما جي جوت.

نوٽ

اجان مايا پيدا ڪانه ٿي هوئي، ان کان اڳ جو نورئي نور هو انهي نور اعظم جي جلوه کي جمال چون ٿا - مايا ۾ سمائڻ بعد ان کي حسن چون ٿا. تهن ڪري حسن فاني ۽ جمال باقي آهي.

ثواب = پنج

صواب = سچ - پختگي.

فرعون مصر جي بادشاه جو نالو، جنهن خدائي دم هنيو هو.

منصور = هڪ وڏو صوفي ٿي گذريو آهي. ايران جي شهر بيضا ۾ ڄائو هو. هن پڻ خدائي دم هنيو آهي.

فرعوني......ڍاهيون = سچل سرمست ٿو چوي ته خدائي دم ته فرعون به هنيو ۽ منصور به هنيو، پر سچو ڪهڙو ڪوڙو ڪهڙو؟ سچو دم

سچ پچ منصوري آهي، جو جڏهن پنهنجو هي صفاتي بوتو وڃائي وڃي ذات ۾ ٻيٺو آهي تڏهن منجهانس اهو انا الحق (مان خدا) جو آواز نڪرندو رهيو آهي. موت جي آزمائش تائين هو سچ تي قائم رهيو آهي ۽ پنهنجا عجائبات ڏيکاريندو رهيو آهي. فرعون جي دعوا غلط ثابت ٿي، جو هو آخر پڇتاءُ جي موت مئو آهي ۽ ڪنهن به آزمائش ۾ پورو ڪونه ٿيو.

مخدومي = (مخدوم = مالڪ) مالڪي.

صريح = صفا - پڌرو.

گويائي = (گفتن - چوڻ) گفتگو.

وبي ينطق وبي يبصر = مون سان ٿو ڳالهائي يعني آءٌ ٿو ڳالهايان ۽ ڏسان.

نوٽ - سالڪ هڪڙي اهڙي درجي ۾ اچي ٿو جهن ۾ هو نڪي ڳالهائي ٿو ۽ نه هو ڏسي ٿو. بلڪ اُها حق جي ذات ٿي ڳالهائي ۽ ڏسي مگر پاڻ گم آهي.

"منصور کي پرده مين خدا بول رها هي
خود راز انا الحق وهي کول رها هي"



ڪل شئي ناطق بالحق = جيڪا چيز ڳالهائي سا اُهو الله آهي.

الانسان سري انا سره[1] = انسان مهنجو ڳجهه آهي. آءٌ انسان جو ڳجهه آهيان. (حديث قدسي)

خدائي = خدا وارو - اهو سچل سرمست جو منڍ ۾ تخلص پڻ هيو جو آشڪار بدران شعر ۾ ڪم آڻيندو هو.

ڪُفر = خدا جي نعمتن جي ناشڪري.

ڪافر = ناشڪر - ٻيو لڪائيندڙ - خدا جو منڪر.

مومن = (ايمن = سلامت) سلامتي ۾ آيل. ايمان وارو.

ڪل شئي هو الله = سڀڪا شي الله آهي ۽ نه ٻيو.

ليس في جبتہ ماسوِ الله = مهنجي جبي (پوش) ۾ الله کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه آهي. (جنيد)

هيچ = ڪجهه به نه

الستي = شروع وارو خدائي.

نوٽ - جڏهن خدا روح پيدا ڪيا تڏهن آواز آين ته "الست بربڪم" (تحقيق مان اوهان جو رب نه آهيان.)

---

[1] حديث قدسي (سنت ۴)

روحن وراڻي ڏني بلي (هائو) يعني تحقيق تون اسان جو رب آهين. فقير چوي ٿو ته جن روحن اهو جواب ڏنو آهي انهن جو عشق پنهنجي رب سان هت به سچو آهي. جن ڪان جواب ڪوڙ اچي ڪي ڪجهه تن کي هت به اها ڳالهه ڪانه رهي. تهن ڪري فقير صاحب انهي "الست" واري لفظ کي السعي ڪري ان طرف اشارو ڏنو آهي.

ڪل شيء يرجع الي اصله = هر ڪا چيز پنهنجي اصل ڏانهن رجوع ڪري ٿي.

لامقصود في الدارين الاهو = سواءِ "هو" (الله هو) جي ٻنهي جهانن ۾ ٻيو ڪو انهي جو مقصد ڪونهي.

مهو = وارو.

عين = نج.

عين = اکر.

سِر = ڳجهه.

سَر = متو.

والله = قسم الله جو (اها واو قسميه آهي)

درويشي = درويش = در = ٻيهر (دروازو) ويش = ويختن = ڏنگڙ يعني جيڪو سوال



ڪندڙ (سائل) هجي. ڪن لغتن لکيو آهي ته دُر = موتين جو پٽلو يا جواهر ۽ ويش = وانگر يعني جواهر جهڙو. ڪن عالمن لکيو آهي ته فارسي ۾ "دَر" جي معنيٰ آهي "وچ" تهن ڪري درويش جي معنيٰ آهي وچ وچ وارو يعني هرجا عزت لهڻ وارو. درويشي معنيٰ فقيري.

بدڪيشي = (بدڪيش = بدمذهب) ناپاڪي، ڪڌرمي.

دلريشي (ريش = ڦٽ) ڦٽيل دل وارا.

هو = اثبات.

نوٽ:- انسان جي دم جو اوچتو آواز به "هو" آهي اهو تڏهن صاف معلوم ٿئي ٿو جڏهن انسان ڏاڍو ساهه کڻي ٿو.

هويدا = پيدا ــ ظاهر.

مان .... ڏيوالو = متان اهنڪار ڪرين ۽ پوءِ تو ۾ ڪا به برڪت يا طاقت نه رهي بلڪ تهنجو اندر خالي کوکي جو کوکو نه رهجي وڃي.

ٿلافي = خوشامد.

صوفي صافي = اهي صوفي جن ۾ خدائي اخلاق

پاتا وجن (ڏسو صفحو ٢٧)
لطيفا = انهن کي ششِ لطائف يا لطائف ستهه يا اطوار ستهه به ڪري سڏيندا آهن.
(ڏسو صفحو ١٣٨)
دم بند ڪرڻ = دم مٿي چاڙهڻ - پراڻايام حبس دم ڪرڻ.
فروعي = معمولي - مختصر.
مشائخ = (واحد شيخ = وڏو) وڏا.
ملا = پڙهيل - تمتار - علم سان پڙهيل.
معلم = علم وارو ماستر. ماستر لفظ خود عربي آهي. اصل لفظ آهي "مسطر" جو سطر (سٽ) مان نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي سٽ ستيندڙ (ضابطو رکندڙ) پوءِ مسطر مان ڦري ٿيو آهي ماستر.

زهد = عبادت.
تقوا = پرهيزگاري.
طاعت = بندگي.
عشق = (ڏسو صفحو ٢٧٩)
روز ازل = روح جي پيدائش وارو ڏينهن.
مشاخي = (شيخ = وڏو) وڏائي - فخر.



بر = ڦوڪ
فراخي = (فراخ = ڪشادو) ڪشادگي.
سوز = (سوختن = سوز = سڙڻ) ساڙو - جلن.
گداز = (گداختن = گدار = ڳرڻ) ڳارڻو.
طباخي = بورچي - نانوائي - پيٽر (گهڻ کائو)
چور طباخي = چور پيٽر.
ريتي = ميٽي.
دائرا = نقش - تعويز - رکياؤن - حدون.
دعوت = دعوت جو هڪ علم آهي جنهن جي وسيلي روحن (آتمائن) کي حاضر ڪرائبو آهي.
معدومي = (عدم = ناپيدا = ڪم) نيستي - ناپيدا فقيري - نه هجڻ - نيستي - مفلسي.

ارض = زمين.
سما = آسمان.
آمد رفت = اچ وڃ - عروج نزول - دمن (سوانس) جو لاهڻ چاڙهڻ - پراڻايام.
لامڪان = (نه جاءِ وارو) جنهن جي ڪا خاص مقرر جاءِ نه هجي - هرجا.

نوٽ
الله هر جا موجود آهي تهن ڪري سدس

---
گداختن = گداز (سٽ ٣)

ڪابه جاءِ مقرر ڪانه آهي جنهن جي بندش ڪيس وجهجي. انهي ڪري چئجي ٿو ته هنجو هڪ مڪان نه آهي بلڪ هنکي مڪان ئي ڪونهي. هو جتي ڪٿي موجود آهي.

دم حبس ڪرڻ = پراڻ يام ڪرڻ.

بخاري = بخاري ملڪ جو.

نوٽ - سيدن جو بنياد اول بخاري کان هت آيو آهي تهن ڪري بخاري سيد مشهور آهن.

لطيفا = (ڏسو صفحه ١٤٨)

عالَم = جهان - سنسار.

عالِم = علم وارو - ڄاڻ وارو.

ولي = دوست - الله جو دوست. (جمع=اولياءَ)

ڪوريل = سرخ رنگ - خماري.

ڪر = ڪنارو - پر.

گوبند = ڌڻي جي طرف اشارو آهي.

منبر = مسجد ۾ بانگ ڏيڻ جو منارو.

قلندر = بي پرواهه فقير - بي باڪ - دنيا کان تياڳي (تارڪ) جلالي فقير - خانه بدوش - جزبي ۽ مستي وارو.



نوٽ - سيوهڻ جي لعل شهباز کي قلندري خطاب مليل آهي سندس اصل نالو عثمان مروندي آهي.

قاضي = قضا ڪندڙ - فيصلو نبيريندڙ.

مفتي = فتوي ڏيندڙ.

نوٽ - مفتي تي قاضي کي فتوائون ڳولي ٻڌائڻ جي ذميواري آهي. جن جي آڌار تي قاضي فيصلا نبيريندو رهندو آهي. جهڙيءَ اڄ ڪالهه مئجسٽريٽ ۽ سرشتيدار.

لطيفا = (ڏسو صفحه ١٤٨)

ڪشف = (ڏسو صفحه ٢٥٠)

قلوب = (واحد قلب) دل - ڦرندڙ چيز.

قبور = (واحد قبر) تربت.

نقش = تعويذ - رکياؤن.

ڪيميا = سون ٺاهڻ جو هنر.

سيميا = چانديءَ ٺاهڻ جو هنر.

" ڪيميا و سيميا و ريميا
ڪس نه داند جز بذات اوليا "

خوءِ = اصل معنائي مزاج - طبع - هت ظاهري شڪل.

حفظ = ياد. (حافظ = ياد ڪندڙ)

سمان = عزت وارا.

ڪرانا = ٻهتان.

ڪعبو = بيت الله (الله جو گهر) پهلو دار مڪان.
مڪي شريف ۾ ڪوڙي پٿر جي چوديواري
آهي. جا حضرت ابراهيم مصري پٿر سان تيار
ڪرائي هئي. حضرت محمد (صلعم) به انهيءَ
ساڳي جاءِ کي دائمي پاڪ جاءِ سمجهي تسليم
ڪيو ۽ انهيءَ جاءِ کي حج جو مرڪز مقرر ڪيو.
ڪعبي جي جاءِ اتر کان ڏکڻ تائين ٤٠ ڪيوبڪ
فٽ آهي ۽ اوڀر کان اولهه تائين ٣٣ ڪيوبڪ
فٽ آهي. سندس اوچائي ٢٧ ڪيوبڪ فٽ
آهي. در ٤ فٽ اتسر. ڪعبي جي ٻي معنيٰ
"مٿي ڏيل" به آهي.

قبلو = طرف- عبادت جو طرف- ڪعبي جو طرف.

ڪعبي واري = حج واري.

مسائل = (واحد مسئلو) سوال- عقلي نقلي
مقدمان- قانوني سوال.

مصلا = (واحد مصلو) عبادت جو وڇائڻو- ڪپڙو.
اها چيز جنهن تي نماز پڙهي وڃي- جاءِ نماز.

ٻڪ = چڪو- ڍڪ.



نابودي = نيستي- نهائي- فنائي.

ڪلالي = ڪوڙ بدوڙ- بدمعاشي.

ڪلالي شراب وارو.

عشق = (ڏسو صفحه ٢٧٩)

ڪاف = جبل- سخت.

استاد ازل = الله تعاليٰ- پرماتما.

مان ۾ رهندين = جن سان ملندي- خودي
۾ هوندين.

ورد = هرروز جو ڪم- مقرر ڪيل عبادت جا
فرضي ناهي دورائڻ.

وظائف (واحد وظيفو) مقرر ڪيل چيز- مقرر
ڪيل عبادت جا فرض نه آهي.

عبادت (عبد- بندو) بندگي.

دعواتي = روحن ۽ آتمائن کي گهرائڻ جو علم

رجعاتي = (رجعت = رجوع ٿيڻ) خلق کي
پاڻ ڏانهن رجوع ڪرڻ وارا.

ڪراماتي = ڪرامت هلائڻ وارا.

عشق واري اثباتي = عشق کي ثابت ڪرڻ.

حنبل = اسلام ۾ ٤ امام (اڳواڻ) ليکيا وڃن

ٿا جن اسلام جا مذهبي ڪتاب لکيا آهن ۽ قرآن شريف ۽ حديث شريف وغيره جون شرحون لکيون آهن. اهي چارئي امام اسلام جي سند آهن. امام حنبل صاحب انهن مان هڪڙو آهي.

٢. امام اعظم صاحب عرف (النعمان)

٣. امام شافعي صاحب.

٤. امام مالڪ صاحب.

طفوليت = (طفل = ٻار) ٻارڙي

انا احمد بلاميمي = مان احمد آهيان سواء ميم جي يعني (احد = خدا)

فردا = سڀاڻي.

گهت گهت = ڳلي ڳلي.

## خيال ٽيون
### (عشق مجاز)

---

### سر پيروي

مجاز = راهه - لنگهي وڃڻ جي جاءِ - لنگهه غير حقيقت - عشق مجازي - ظاهري صورت جو عشق.

المجاز قنطره الحقيقت

مجاز حقيقت جي پل آهي.

غماز = غمزه ڪندڙ - طعنو هڻندڙ - اکين جو اشارو ڏيندڙ - سخن چين.

(اصل غماز اسم فاعل آهي.)

المليحن = لاڏلن - پيارن - محبوبن.

نخوت = فخر سان گڏيل ناز - وڏائي - لاغرضي

قوس قزح = (قوس = ڪمان، قزح = قزحه = ڦٽاڪڙي) رنگارنگي ڪمان - ڌگهي ڪمان - قزح فرشتي جو نالو آهي جو بادلن جو منتظم آهي. هندي ۾ نالو مينگهه اٿس. قوس قزح

ڪي سنڌي ۾ اڻلٽ ڪري ڪوٺيندا آهن.
ابرو = (آب - رو) ڀرئون.
ڪمان = (اهو لفظ اصل فارسي ۾ خمان آهي) خم ڪريت واري - ڪبي - مڙيل - سينگـــا.
سينگ = (اهو لفظ آهي شرنگ) ڏنگي ڦيل - ڪمان.
الامان = پناه = توبه.
پيڪان = (واحد - پيڪ = چهب) تير جي نوڪ. هت پنبڙين سان مشابهت آهي.
ڪشش = (ڪشيدن = ڇڪڻ) ڇڪيل.
ڪجاڪج = ڏنگا - وروڪڙ - ڀيچدار.
محراب = مسجد ۾ امام جي سجدي واري جاءِ جا مرغول شڪل يعني ڪمان وانگر گولائي سان هوندي آهي.
ڏنگا ونگا = وڪڙن وارا - ڀيچدار - گهنجي دار.
مصحف = (صفحن وارو) ڪتاب - پستڪ - هت خاص قرآن شريف طرف اشارو آهي.
اعراب = زير، زبر ۽ پيش وغيره حرڪات ڪي اعراب چوندا آهن.
سيپارا = قرآن شريف جا ٣٠ ڀاڱا (سي ٽيه، پارا = ڀاڱا)
باب = دروازا - ڪتاب جا فصل.

---

[illegible] غلط آهي = [illegible] پڙهو، (سٽ ٣)



بره جا باب = عشق جا داستان.

نوٽ - هن بيت ۾ شاعر معشوق جي پيشاني تي پڪڙيل ڀيچدار وارن جي وا[٢] جو تعريف ڪئي آهي. جن جي پيٺ مسجد جي محراب سان، جو مرغول (ڪمان) جي صورت آهي، هڪ عجيب پيرائي ۾ ڪيل آهي. قرآن شريف جي اعرابن سان ڀيٽيندي شاعر محبوب جي زلفن جي لڙهن کي سيپارن جي سٽن سان تشبيهه ڏئي شعر جي عجيب جدت ثابت ڪئي آهي. چاڪاڻ ته جهڙا قرآن شريف جا حرف ڪارا جهڙا محبوب جا وار ڪارا آهن. تعجب ته اهو آهي جو انهن وارن جي تعريف ڪرڻ ۽ قرآن شريف جي پڙهڻ جو ثواب هڪ جيترو ڪري ليکيو اٿس.

چٽڪ = چٽڪو - اڪر ڇنب - چالاڪي.
اٽڪ = بندش - رڪاوٽ - آڙ.
اٽڪ جي اٽڪ = اٽڪ درياءَ جي آڙ (جهل)

نوٽ - هي معنيٰ آهي ته جهن چهز ماشقن کي محبوب سان ملائڻ ۾ اٽڪ ٽي وڌي سا به هو ٽڏي پار پيا. اهو اشارو هن مايا جي بندش طرف آهي جهن ۾ هي وجود (سرير) ٻڌاجي ويو. جهن جي وسارڻ سان

انسان پاڻ سڃاڻي ٿو. جنهن پاڻ سڃاتو تنهن پنهنجي رب کي ڄاتو. اهڙن عاشقن کي هي مايا جو مهراڻ اٽڪائي نٿو سگهي.

سٽڪ = سٽڪو - ڦهڪو.
ڀٽڪو ڪري ڀٽڪ = ڏوڪاري - ڏوڪي.
چنچلن = معشوقن - سهڻن - نازنينن.
جهٽڪ = جهٽ - سٽ - لامارو.
ڇلا = گول - گهنڊي دار - پيچ دار.
مُو = وار.
مکيڙيا = پکڙيا (کيڙڻ - ڇڙ وکڙ ڪرڻ)
نيم شبي مهتاب = اڌ رات جو چنڊ.
مشعلا = (شعله=لاٽ) شمع - روشن ڏيا.
تاريڪي = انڌيري.
تيجارا = تيج وارا - روشن.
اجهلا = جهل ۾ نه اچڻ وارا - اڻ ڊر - بي ڊپا.
سنبل = گل جو قسم - شاعر انهيءَ گل کي وارن سان ڀيٽيندا آهن. هو رنگ جو ڳوڙهو ڳاڙهو ڪاري جهلڪ تي ٿيندو آهي.
واسينگ = هڪ وڏو زهريلو نانگ آهي جنهن جي



مٿي ۾ مڻ ٿئي ٿي. شاعر معشوق جي وارن سان ڀيٽيندا اٿس جو آهي به اينءَ ته عاشق جي دل کي ڏنگيندا جيئن واسينگ نانگ، پڻ پريان اينءَ پيا نظر اچن جڻڪ نانگ ڪر ڏيئي وڪڙ هڻيو ويٺا آهن.
ولا = وڪڙ.
وره = برهه - عشق.
ملا = ڀريل - ٽمٽار - علم سان ڀرپور.
نوٽ:- صوفي اصطلاح موجب الله جي عشق جو مذڪر.
ڪلا = ڪليءَ - ڪل - سڀ.
رحل = ڪاٺ جي ننڍي گهوڙي جنهن تي مسلمان قرآن شريف رکي پڙهندا آهن.
واصل...... ليلا = دنيا جا جملي حساب ڪتاب ويڙهي سيڙهي رکين.
للا = ماننداڻي.
مسئلا = (مسئله) سوال - قانوني سوال - مذهبي قانون.
مصلا (واحد مصله) نماز جي جاءِ - عبادت گاهه. نماز جو اوڇڻ.
ڳولاڙا = پانها.
ڏوڙها = ڳنجا - هي اشارو ملن ڏانهن آهي جو هو

همیشه مٿو ڪوڙائيندا آهن.

ٺڪر ٺلا = جاهل - اڻ ڄاڻ - عشق کان غير واقف.

نوٽ - اهــا فقير صاحب قاضي صاحب کي گويا آسيس (دعا) ڪئي آهي ته خدا ڪندو ته توکي به عشق لڳندو. ڄاڻ ڪاڻ ته فقير صاحب جــي خيال ۾ عشق جهڙي ٻي متبرڪ مبارڪ چيز ڪان هوندي.

ٻلي = وس - هٿ - اختيار.

ٻَلي = ھائو - اتم - اعليٰ - واه واه.

نوٽ - شعر جي قاعدي موجب ٻلي ۽ ٻلي تجنيس آهي.

روب = دهشت - حشمت - تاب.

روي = سچ.

چڪن = عاشق.

چمان = نازنخرا.

سما = وقت - ويلون.

راشي = سادي.

خاشي = خاصي - چڱي (خاص)

فهمي فهمائشي - فهم واري - خيــال واري.
سوچ سمجهه واري.

قرائي هاشي = قران شريف جي ورقن جي



چوگرد چوڌاري ڪناري.

اڳين وقتن ۾ امير ماڻهو قلمي قران شريف لکائي ان جــي هاشي تي قسمين قسمين گلڪاري، جڙاءُ ۽ طلائي ڪم ڪرائيندا هوا.

ڪاشي = هندستان جي اوڀر طرف هڪ شهر آهي جتي هندو تيرٿ ڪرڻ ويندا آهن.

منزلــون = (نزل = هيٺ لٿو) اها جــاءِ جتي گهوڙي يا اُٺ يا ٻي سواري تان لهي آرام ڪجي- آرام گاهه - ويهڪ جي جاءِ. لهڻ جي جاءِ.

نازل = هيٺ لهڻ.

زقوم = ٿوهر - ٿوهر جي کير ۾ زهريلو مادو ٿئي. تهن ڪري زقوم زهر جي بدران ڪم ايندو آهي. قران شريف ۾ زقوم دوزخين جي خــوراڪ چئي وئي آهي.

هلائل = هڪ زهردار ٻوٽو آهي جو چين ملڪ ۾ ڄمندو ٿئي ٿو - هي لفظ قاتل زهــر جــي بدران ڪم ايندو آهي.

هجوم = ميڙ.

رسوم = (واحد رسم) رواج.

ساقي = شراب ورھائيندڙ - معشوق - مرشد.
صراحي = گھڪھي - شراب جي بلوري ننڍي گھڪھي (مرشد جو فيض)
بقا = (ڏسو صفحه ٢٧٧)
فاني = (ڏسو صفحه ٢٧٦)
فراقي = (فراق = فرق = جدائي) وڇڙيل.
ساقي .... ڏيان = اي ساقي (سڱر) مونکي بچيل اوبر (خيال جي طاقت) عطا ڪر ته مان اھا پي تھنجي عشق ۾ دائم قائم رھان.
ميثاق = واعدو - مضبوطي - دستاويز.
روزميثاق = ميثاق وارو اھو ڏينھن آھي جھن ڏينھن روحن رب سان واعدو ڪيو ھو ته تون اسان جو رب آھين.
(ڏسو صفحه الست بربڪم قالو بلي)
لا ۾ موجودات = "لا موجودات الا الله"
(الله ري ٻيو ڪجھه به موجود ڪونھي)
انھي ڪري صوفين جو سلام به "حق موجود" آھي يعني الله کانسواءِ ٻيو ڪجھه به موجود ڪونھي.
مينا = شراب جو شيشو.

صفحه ٣١٩ (سٽ ١٥)



واحد = ھڪڙوئي - اڪيلو ذات ۾ (ڏسو صفحه ٢٩٠)
احد = ھڪڙو - اڪيلو صفات ۾ (ڏسو صفحه ٢٩٠)
احمد = (ڏسو صفحه ٦٦٨)
وحي = آڪاس واڻي = آسماني آواز، الله جي طرفان موڪليل پيغام، جو حضرت جبرائيل فرشتي جي معرفت پيغمبرن ۽ اوتارن تي نازل ٿيندو آھي.
نوٽ - وحي ۽ پيغمبرن (اڪمل اوتارن) تي نازل ٿيندو آھي.
الھام = من واڻي - من جو آواز - اندر جو آواز.
نوٽ - الھام ھرولي، مجتھد، رشيمنن تي نازل ٿئي ٿو.
مصحف = (صحفن وارو) ڪتاب - پستڪ. ھتي خاص قرآن شريف طرف اشارو آھي.
مَد = مدرا - شراب.
حسبي = تسبيح ڦيرائڻ - شمار ڪرڻ - ڪافي. ڏاڍي جو ذڪر ڪرڻ.
ذاھد = (ذھد = پرھيزگاري). پرھيزگار
تسبي = تسبيح - مالھا.

صفحه ٣٣٧ (ھي متين صفحه جي پل آھي)

ڪسبي = ڪسب وارو- ڏنڌي وارو- پيشي وارو.

نوٽ

اي پرهيزگار ملا جڏهن تون حبيب جو حسن ڏسين يعني ڏڻي جو ديدار ڪرين ته هوند تون اها تسبيح [مالها] ڇڏي اينءَ پيو ڇوين ته بس بس مي ڪافي آهي مونکي پيو نه گهرجي.

قطرا آب عرق = پگهر جا ڦڙا.

داڻا = پگهر جا ڦڙا.

درڪ = دخل.

ڪنڍ = ڪنڍا- ڪنڍيون- وڪڙ سان- پيچدار.

ماڻڪ = ماڻڪيون (اک جي ڌاري جو وچون روشن چڪر)

محرابي...... پارا = پرين جي پيشاني تي ڇلا ڇلا
ڪهنڊي دار وار اهڙي ته ڪمان وانگر
گولائي سان ٺهيل آهن جهڙو گويا مسجد
جي محراب جو مرغول.

حبشي = شيدي- ڪارو.

نوٽ

اهو اشارو ڪاري خال يا تر طرف آهي، جو ڪن حسينن جي رخسار تي ٺهندو آهي. جهن کي شاعر ڏاڍو پسند ڪندا آهن. ڪن شاعرن انهيءَ خال (تر) کي ڪارڻ



جي خصوصيت يا عاشق کي زخمي ڪرڻ جي خاصيت سبب "ڪافر" به ڪري ڪوٺيو آهي.

وشي = ولي الله- مهنت- خدا وارو.

آيتون = (واحد- آيت) نيشان- قرآن شريف جا فقرا.

مطالع = اڀياس.

قاري = پڙهندڙ- مٺي آواز سان پڙهندڙ. هتي قرآن شريف جي قابل پڙهندڙ طرف اشارو آهي.

خاصو...... دم سان = اي طالب هي پنهنجو عمدو خيال هميشه دم (سوانس) سان پيو ڪڍ يعني الله جو نالو هميشه پيو دم ۽ خيال سان وٺ.

وحدت جو وصال = هيڪڙائي ۾ فنا (لاء) ٿيڻ.

پانڌ وڙيا = پنڌ ڪندڙ- [خدا جي طرف] حق جو طالب.

انا الحق = مان سچ- مان خدا- اهم برهم.

عبد الحق = سچل سرمست جو مرشد جو سنڌس چاچو به هيو. سندس تربت دراز ۾ آهي.

قرآن ۾ دوازن (سنت ۸ ۾ ۱۶)

# خيال ٽيون

## ڀاڱو ٻيو

### سر ڀيروي

ملا = ڀريل - ٽمٽار - علم سان ڀرپور.
نور = صوفي اصطلاح ۾ عشق الاهي جو مذڪر.
صحي ڪيو = [صحيح] سچا ڪو.
سهي = سڌو - سنڌون.
اڙهان = ستون.
رقيب = هڪ چيز جا ٻه طلبگار - هڪ معشوق تي ٻه عاشق - دشمن.
مسيت = مسجد [مسجد مان نڪتي مسيت ٿيو آهي]
چر = لهس - ترڙ.
چيري = ٻاهه.
رقعو = خط.
نهران = [نهر = نديءُ واهه] هت معنيٰ اٿس اکيون.
چارون - چارمان = سڪ مان - پيار مان.
نامو = خط.
خمار = [خمر = شراب] شراب جو نشو.
جيڪس = شايد.



عبارت = [عبر = پار لنگهڻ] پهچ جو نشان پتو.
مان هون = مونڪان.
تهن کي آنديون آيون = جهن محبوب جي طرف جو خط واچيو تهن کي اکن اکيان اندازي آئي يعني غم ۾ ٻڏجي ويو يا هوش کان نڪري ويو.
عريضو = [عرض = اڳيان رکڻ - پيش ڪرڻ] خط.
گوندر = غم.
ڪتابت = لکپڙه - خط.
پڙهي...... سجهڻ = اهو اشارو پاڪ ڪتابن جي طرف آهي ته جيڪي پيغام پرماتما جي طرفان پيءُ آيا سي هت سنڌس پيغمبر ۽ اوتار پڙهن تي لکي ان مان هڪ پاڪ ڪتاب تيار ڪري خلق کي ان مان واقف ڪندا رهيا.
سي نه...... اشارتين = اهي الله جي طرف کان پهتل پيغام جيڪي خاص طرح اشارن آيل آهن سي عام ماڻهن جي سمجهڻ جا نه آهن. جيسيئن ڪو سمجهائي نه.
بيخود = بي حال.

ڪتابن ۾ اشارن ۾ (سيت ۹ ۽ ۱۷)

پنو = پيغام- خط- ورق [پاڪ ڪتاب]
سرئون = سرڪان.
ايندو ٿيءُ = جلدي اچ.
جاءِ.... جيءَ = پنهنجي ساهه کي سڏيرا اچي.
چاهون = چاهه مان شوق مان.
لکيو = لکيل - خط [اسم]
مٿي = ڪلا - بدي.
وهندو ور = جلدي موٽي.
ڪٿي = [ڪتڻ = سٽ سوئڻ] اوبي.
فراق = [فرق = وڇوٽي] وڇوڙو.
والي = مالڪ.
ولي = دوست.
دستو = مڃو.
وهسان خوش ٿيان.
هاريون = [هرڻ = سست] موهيون - موهڻ.
نامي = خط - چٺي.
ويس ...... پيو = ساهه جي ٽند ٽٽڻ بعد هي ديهي
اڇيو پٽ پوي يعني ڌرتي داخل ٿئي.
جهوري پئي جهري = ڳرڻ ۽ ڳري.
پٽ = طرح.



گوندر = غم.
وِلهي = ڏکي - ڏاڍي اڪيلي - نڌر.
وِر = مڙس.
وَر = (ورڻ) موٽ.
وَر = ١. وکر ٢. اي منهنجا مڙس!
وَر = مدد. واهر.
حشر = (گڏجڻ) مسلمانن جو اعتقاد آهي ته هن دنيا جي خاتمي بعد ساري مخلوقات وري گڏ ٿي هڪ هنڌ خدا جي اڳيان حق حساب ڏيندي. انهيءَ ڏينهن سڀني کي پنهنجو پنهنجو هوندو. تهن ڪري حشر جي ڏينهن کي ماتام ۽ تڪليف جو ڏينهن ڪري ليکيو ويو آهي (قيامت جو ڏينهن).

نوٽ

حضرت علي، پيغمبر صاحب حضرت محمد (صلعم) جو چاٿو ۽ چوٿون خليفو جڏهن لڙائي لاءِ پنهنجن سپاهين کي گڏ ڪندو هو تڏهن نفيل [توتاري] لس يعني هڪ ڪري آواز سان وڄائڻ جو حڪم ڏيندو هو. جهن تي سپاهي اچي گڏ ٿيندا هوا. انهيءَ کي هو "حشر" (گڏ ٿيڻ جو آواز) ڪري سڏيندا هوا.

نشر = ڇڙ وڇڙ ٿيڻ.

جڏهن حضرت علي اها نفيل ٽوتاري لهري دار يعني هيٺ مٿي آواز سان وڄائيندو هو تڏهن سڀ سپاهي ڇڙ وڇڙ ٿي ويندا هوا جهن کي هو "نشر" چوندا هوا. اڄ سوڌو فقير اها نفيل حضرت علي جو نشان ۽ يادگار سمجهي مٿهن ٻنهن قسمن [حشر، نشر] جي نموني وڄائيندا آهن پر حشر ۽ نشر جي لفظن ۽ اصليت جي ڪل ڪن ٿورن کي هوندي.

اوتي = هاري - ٻلتي.
آتي = چوي (ماتو - مان اُتهو = مان چهو)
نوبت وڄائي = وارو وڄايو.
انا الحق = مان سچ - مان خدا - اهم برهم.
انا احمد بلا ميمي = مان احمد آهيان، سوا ميم جي يعني مان احد (خدا) آهيان.
مسيتن = مسجدن (مسجد مان نڪل آهي)
خدائي = سچل سرمست جو ٻهريون تخلص (شعر جو نالو)
ڪافر = (ڪفر = ناشڪري) ناشڪر - خاص خدا صاحب جي نعمتن جو ناشڪر.
ڪفر = ٻيو اڪائڻ - خدا جي هستي جو ٻيو اڪائڻ.



مومن = (امن = سلامت) سلامتي ۾ آيل.
ايمان وارو - اسلام جي پيروي تي پڪو.
پرجهي = سمجهي.
وحدت (ڏسو صفحه ۲۹۰)
احديت (ڏسو صفحه ۲۹۰)
ڪثرت = (ڪثر = گهڻو) گهڻائي.
قصر = محل.

# خيال چوٿون

(سسئي پنهون)

## سر ڪوهياري

سسئي = (سس = چڱي - سئي = هڏي) سٺڻ = هڏڻ. چڱي ڳالي واري - ڳالي چڱي. سارا هيل، سسئي پنهون جي زال هوئي. پنهون ذات جو بلوچ هو. آري ڄام ڪيچ مڪران جي حاڪم جو پٽ هو. سسئي سان ڀنڀور شهر ۾ اچي شادي ڪئي هئائين. سسئي اصل ڀانڀڻياڻي هوئي. پر پالنا شهر ڀنڀور جي هڪ ڌوٻي جي گهر ۾ ورتي هئائين.

اوکو = موڳو - بي وقت - آوارو.

ليون، لاڙا، لاسيون = ڳوٺن جون ٻوٽيون ۽ وڻ آهن جي کڻو ڪري اٺن جي خوراڪ آهن.

ڪوهياري = (ڪوهه = جبل) ڪوهه واري. هي نالو سسئي کي ڏنل آهي جنهن پنهون لاءِ ڪوهه ڪاهيا هوا. ڪن جو قياس آهي ته ڪوهيارو پنهل جو لقب هو جنهن جي بادشاهت ڪوهن يعني



جبلن جي وچ هوئي جنهن ڪري ڪيس ڪوهيارو (ڪوهه وارو) ڪري ڪوٺيو ويو آهي. ۽ سندس زال کي ڪوهياري يعني ڪوهيار جي استري ڪري ڪوٺيو ويو. جيئن ڪبوتر جو مونث ڪبوتري وغيره.

ليڙو = (لٽ = زبان دراز) بڪواڙي - اٺ. (اٺ هميشه گڙ گڙ ڪندو رهندو آهي) ايلو لفظ ٻه ساڳي سنسڪرت جي "لٽ" لفظ مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي زبان هڻندڙ يعني هميشه ٻيڪون ڪندڙ:

ٻري = (ٻرڻ = هلڻ) هلي - اڳتي وڌي.

ڏوهو = اٺ جو ڪلهو جو سندس پٺيءَ تي اڀريل هوندو آهي. جڏهن اٺ کي پاڻي ڪونه ملندو آهي تڏهن اهو ڏوهو سسي ويندو اٿس، جو پاڻي پيٽ سان وري ڀڪو آهي.

ٻورو = اٺ. اٺ کڻو ڪري ٻوري رنگ جا ٿيندا آهن.

پتارو = اصل لفظ پتارڪ آهي = پلو.

پلاڻي ويا = لڏي ويا - وهٽ تي بار رکي لڏي

وچڙ ڪي پلاڻ ڄڻدا آهن. فارسي ۾ ”پالان“ جي معنيٰ آهي وهٽ سنبرائڻ.

ٻڪها ۽ ٻوها = اٺ (ٻڪهو ته اٺ اصل ٿئي، پر ٻوهو ڪيس ان ڪري چون ٿا جو سندس پير جو ڪڙڪو ٿئي ڪونه)

ڇاري = ٽيڪ مان. ڏوڪي. ڇوليون ڏيندي.

ڇڇر = (ڇهر = ڇت) ٻن ٽڪرن جي ڇوٽين جي ملڻ سان جا ڇت ٺهي پوي ان کي ڇڇر چئجي. ٢. ٻڪ. ڇايا.

ٺوا ريندي = آواز ڪندي. ريندي.

ٺوها = ڏو هوا.

سٽا = (سٿڻ = ڀڙڻ) ڀڳا.

ميا = (ميو = اٺ) اي اٺ. سنسڪرت ۾ اٺ کي ”مٿي“ سڏيندا آهن.

اڻ ميا = (مٽي = ماپ) ماپ کان متي. گهٽي باروارا. ڳورا.

گونهي = لغور. ٻچڙو.

گوهي ڪرين = ٺٺائين. کسائين.

ڏڙاگهو (ڏونگهو = ڏگهه) ٻوٽبو. ٻگهو. اٺ. بار کڻڻ وارو لاڏو اٺ.



نڌر = [نه ڌر = پٺ] جنهن کي ڪابه پٺ يا طرفداري ڪانه هجي. نڌڻڪي. بي واهي. ولدر، حب، هاڙهو = اهي پنهور کان ڪيچ جي وچ منزلون هيون جتي قافلي وارا ساهي پٽيندا هوا.

پنهور = [پنهو = گهاٽو] گهاٽو وسايل ملڪ. پنهور جو شهر تهن سمي تمام آباد هيو پڻ واپار جو هڪ مرڪز هو. سسئي انهيءَ شهر ۾ لهڻي هوئي.

ڇانگو [ڇنگه = مضبوط] ڳلهو. پهلوان. متارو. اٺ هميشه مضبوط ۽ متارو ٿئي ٿو تهن ڪري ڇانگي جي معنيٰ آهي اٺ.

ٽڙو = ٽڪو. داڳ.

مڙو = [مڙڻ] ملو.

ٽيليو = ڏوريو. جهاڳيو.

پتارو = [پتارڪ] پلو.

ماڳ = [اصل لفظ مارگه] هنڌ. جاءِ. رستو.

قالو = (قالو بليٰ) دنيا جي پيدائش کان اڳ رب روحن کان پڇيو ته ”الست بربڪم“ تحقيق مان اوهان جو رب آهيان؟ روحن چيو (قالو) ”بليٰ“ هائو [بيشڪ تون اسان جو رب آهين.] شعر ۾ شاعر انهيءَ وعدي طرف

اشاري طور رکيو "قالو" جو لفظ آڻيندا آهي.

ڪوهيار = ڪوهه جو مالڪ. پنهون جو لقب.
ڇاڪاڻ ته پنهون جو ملڪ ڪيچ مڪران
جي ڪوهن [ٽڪرن] جي وچ ۾ آهي.
سڱ سيايا = لڳ لاڳاپا.
شاڪا ۽ شاپا = پٽڪو ۽ ماتم.
ڪاڪا = ڪا، ڪا [ڪائي، ڪائي]
وَرُ = ١. مڙس. ٢. وکر. ٣. موٽ.
وَرَ = ١. مدد ٢. پوءِ واري ٣. وکر ۽ ڦير.
ونڌر = [صفحه ٣٥٣]
آقا = (عربي لفظ آهي) فارسي ۾ آغا، سنڌي ۾ آڳا.
"مالڪ" خدا.
ولهي = بي وسيلي. ننڍڪي. منزل جي ماريل
ٿڪيل.
آري ڄام = پنهون جي ذات جو نالو.
[پنهون جي پيءُ کي به آري ڄام ڪوٺيو ويو ٿو]
ڄار = صدقي. پيار. سڪ.
بڻماني = بيابانِي = برپٽ.
ڪڙو = ڏکو.
ڪُل = [ڪر] ڪٽنب.



ڪيچ وسي ٿي ڪيچ = ڪيچ ملڪ وسي آباد
۽ سر سبز ٿي.

نوٽ. هي سنڌ ملڪ ۾ عام اسمس آهي ته
"شل ڪيچ ٿين" اڳي ڪيچ ملڪ وسايل ملڪن
مان هيو.

ريڄ = پور. امنگ. ريجهڪ.
سرواهيا = سرو قد. سهڻا.
سرويڄ = بي پرواهه. بي وڙا. سر وڪڻندڙ. سر
جي پرواهه نه رکندڙ.
ڪيچي ڪيچ ٿين = شل ڪيچ ملڪ جا ماڻهو
وڌن وسن.
متارن = ڏٺهن. سوکن.
ميو [مئي = ات] ات.
اسور = سور کان سواءِ. بي درد.
پاند نه پوي ٿن سان = انهن سان شل
منهنجي محبت يا سنگت نه ٿئي.
سرواط = جت. اوٺي. فارسي ۾ ساربان.
باط = [بان] ڪان. تير.
لونءِ لونءِ = بدن تي جا سنهي وارن جي جت

ٽيندي آهي [لون لون جو ڪانڊارجڻ]

هاڙو = ڪيچ مڪران ۽ پنهورن وچ تي هڪ قافلا منزل يعني ساهه پٽڻ جي جاءِ آهي جتي وڻ ڪار سبب آرام وٺندا هوا.

(اصل هاڙهه مان نڪتل آهي گرم)

هوتاڻون حضور = هوتن جي حاضري — دلبر جو درشن.

شعور = [شعر = ڄاڻ] سمجهه — ساڃهه.

آرياڻي = آري پنهون جي ذات.

مصلحات = صلاح — ڳالهه ٻولهه — ڇتو پڇو.

نماڻي = ماڻي کان سواءِ — نيازواري — بي ڪس، لاڏر.

ناڻ = ساڻ.

نجو = وني وڃو. (نه—ڻ)

ساٿيو = اي ساٿي — ساٿ وارا — قافلا وارا — سنگتي.

هوتياڻن = هوت وٽ.

سنهيل = [واٽ] جهجهو — گهڻو.

ڏيل = جوش — جذبو — ڏڪر.

قيل = گفتگو — ذڪر.

موڙهي = مونجهل — اداس — پريشان.

(موڙهه = مٿو)



حقير = [حقر] جنهن کي حقارت يعني گهٽ نظر سان ڏسجي — نيچ.

آيل = (آربا = آئي) امڙ.

ڦَٽ = وڇوٽي — جدائي.

جالون جال = جهجها — اڻ ميا — گهڻا.

وڻڪار = پنهور ۽ ڪيچ جي وچ ساهي پٽڻ جي جي هڪ منزل آهي جتي البت وڻ ۽ وسندي آهي.

ڪافن ڪوهه ڪشال = تڪڙن جا ڪشالا، تڪليفون — جبلن جون جاڙون — ڏونگرن جا ڏکر.

وندر = پنهور ۽ ڪيچ جي وچ قافلن جي ساهه پٽڻ لاءِ هڪ منزل آهي پر هت هن دنيا طرف اهو اشارو آهي. ماضي (گذريل وقت) ۽ پرلوڪ يعني استقبال (ايندڙ وقت) جي وچ ۾ دنيا هڪ منزل آهي. اها ٽلوڪي هندو ڀي مڃين ٿا. فقير صاحب ٿو چوي ته هن دنيا ۾ تون پنهنجي ڏٺي کي وساري نه وهه بلڪ جنهن ٻه پاڙي يعني مذهب يا ڌرم مان توکي ان جو پتو ملي ان کي

نہ چئہ بلڪ چڱي طرح انهي پيهي وڃي پروڙ ڪر، اهڙي طرح توکي ڏٺي جو ديدار حاصل ٿيندو.

چلهي = سست.

چلندي جل = هلندي هل.

قول اهوسان = روحن جي پيدائش وقت ربي آواز ٿيو تہ الست بربڪم (تحقيق مان اوهان جو رب آهيان) روحن آواز ڏنو تہ "قالو بلى" (چيائون هائو) هن بيت ۾ فقير صاحب رب سان اهو قالو بلى وارو ڪيل قول ٿو ياد ڏياري.

نجهري = جهوپڙي.

واڪ = سگهہ.

چڻ = ماتريڻ جو مٽاڇڙو يا مٽيءَ چٽ. لانڍي جي ڪاڇي چٽ – پڊڪ.

ڳورا = اٺن جا ٻچا.

ڪس = پيچرو.

اوءِ = وطن – ملڪ.

اڳاسي = مشغول- محو- بيخيال- وسيلي- بيشرم.

پهي = پانڌي - قاصد، وارث.



منهڻي = اڳيان- اڳتان.

ڀلي ڀت = چڱي ريت- پوري طرح.

سهرا = مٿڪ موڙ- شاديءَ جا گل ڦل هار- خوشي.

هوت = بلوچن ۾ هڪ ذات آهي، پهتيون پاڻ انهيءَ ذات مان هيو - (هتي معنيٰ اٿس پيارو)

فناءُ = ناس - چٽ (ڏسو صفحہ ٢٧٦)

فراق = (فرق) وڇوڙو- جدائي.

مشتاق = شوق رکندڙ- عاشق، اشتياق وارو.

پتار = (پر - تار) تاريندڙ- ٽپا ڏيندڙ - مالڪ. ڪن جو رايو آهي تہ اهو لفظ "پوتار" (پون - تار) آهي يعني هن پرٿوي تي تاريندڙ ٽپا ڏيندڙ.

معذور = (عذر) عذر واري - مسڪين - نڌر.

هيڪند = ڪڏ - هيڪڙائي.

سل = سوراخ.

ناوڪ تير = جي نوڪ - چهنب.

جر = جيڪر - هوند.

رنجور = (رنج - بيماري) بيمار - ڏکايل.

ڏير = مڙس جا ڀائر.

ڪتوري = (اصل ڪستوري) خوشبو - مشڪ.

وت = وٽي- وڇوٽي. جدائي-
اوٽار = اوٽي- جت.
ڏونگار = ڏونگر- ٽڪر.
ازل = منڍ- شروع- (روز ازل = روح جي پيدائش وارو ڏينهن)
ڇاه = ڇا هي- ڇا جي لاءِ آهي.
ڀنڀور = (ڀنڀو = گهاٽو- ڀنڀي = گهاٽي) گهاٽو وسايل ملڪ- سسئي جو وطن. ڀنڀور اوائلي گهاٽو وسايل ۽ واپار جو هڪ مرڪز هو-
ڪوه = ڇا.
وار = پلڪ- پل.
ماجرا = معاملا- بار- ضروري ڪم.
هاريون (هرڻ) ست- موڪيون- اڇوجهه.
ڀرت = ڏوهي.
ڀرت = ڏوهڙ.
ڏولاوا = (ڏولا = دولا) ڏکڙ- تڪليفون.
ماءِ = امڙ-
ماءِ = جاءِ.
مادر = ماتا- ماءُ.
نيهان = نينهن مان- عشق مان.



مس = مشڪل.
نيلانير = گهوڙا.
روڏا = لاڏوات.
نوٽ- جن اٺن تي پاکڙو پيل نه هوندو آهي انهن کي ڏري روڏو چوندا آهن.
ڪرهو = هي اصل سنسڪرت لفظ ڪرڀ مان نڪتل ٿو ڏسجي جنهن جي معنيٰ آهي اٺ.
موچاري روءِ = چڱي منهن وارو- سهڻي شڪل.
واسيو = مهڪارجي ويو.
عنبير = عنبر- هي هڪ دريائي جانور جو ڇيڻو آهي جو دوائن ۽ ڪاڻ جي ڪم ايندو آهي.
ڪٿوري (ڪستوري = خوشبو) خستوري- مشڪ هي جهنگلي هرڻ جي نافن مان نڪرندو آهي تمام خوشبودار آهي دوا جي ڪم اچي ٿو.
هب = مهڪار- خوشبو.
روه = ٽڪر- پٿر.
سيئندي = سونهي- واقف.
ضعيف = هن جو ٻيو لفظ سنڌي ۾ آهي زائفا يعني عورت- زال.

نوٽ- عورت ذات گهڻو ڪري ڪمزور ٿئي ٿي تهن ڪري عربي ۾ کيس ضعيفہ يعني ڪمزور ڪري ڪوٺيو اٿن جو ٿئي سنڌي ۾ زائفا ٿيو آهي.

اڪ = جبلن جا سنها پيچرا.
ڪهدان = (ڪوه دان) جابلو ڏکيون غارون.
ڇاڙون = ڏاڪڻون.
اڳاهون = اڳتي.
جانارن = جانورن.
غوفائون = جبلن جون غارون - ڏونگرن جون ڏرون.
نديون = آفتون - بلائون - مصون.
رند = پيچرو.
رند = مست فقير - بي پرواه فقير - قلندر.
فرسنگ = فرلانگ - جهڄهي جهاڳ - وڏو پنڌ.
ور = مدد = پوءِ واري.
رڪون = (رڪ) سختيون.
توه = مدد.
اوجر = سوجهرو.
سپڙ = (س - پر) = همت وارو - هوشيار.
ساٿي = همراه - سنگتي.



سعادت = (سعيد - نيڪ) - نيڪي - چڱائي.
وڳ = ٽولي - ٽلو - جماعت - ڪلو.
(اصل لفظ ورڳ آهي)
لڳ = لاءِ.
ڪامون = ڪا منهنجي.
چليس = ٽڪري ويس - ٽڪو پنڌ ڪيم - پلتجي پيس.
اڪين = جبلن جي پيچرن مان.
جنجال = (جنجوال) گرمي - فڪر - ڳڻتي -
سانگ = (سوانگ) حيلا - ڏول - سبب.
طالع = (طلع = مٿي اڀرڻ) نصيب.
مڙهي = رکي.
جهارڻ = روئڻ - اکين مان پاڻي هارڻ.
ڏڏ = ابوجهه - جاهل - ڪچو - اصل فارسي لفظ دد آهي جنهن جي معنيٰ آهي حيوان، ابوجهه جاهل - ڪچو.
پاهون = پوءِ ٿي - پويان.
ٻرڙ = ٻڙڻ.
ماڙ = مدد.
هولي = خوشي.

## ڪافي

گران = مهانگي.
ارزان = سهانگي.
نقل = (هڪ هنڌان کڻي ٻئي هنڌ رکڻ) ٢: چٽرون.
خلل = مونجهارو.
سرفراز = مٿي ڪنڌ - بالا.
عشق (صفحه ٢٧٩)
اجهل = (جهل = پر - ڪنارو) جهل کان ٻاهر، روڪجي نه سگهي - زورآور - جنهن جي پر نه ڪنارو.
ڪياچ پنيور = فقيرن شعر ۾ ڪياچ جي معنئ پرلوڪ رکي آهي يعني محبوب سان ملڻ وارو مڪان، جنهن کي عربي ۾ يوم التلاق چون ٿا يعني الله سان ملاقات وارو ڏينهن ۽ پنيور هن مايا کي چئو اٿن.
نوري = نور جي پيدائش.
ناري = باه جي پيدائش (مثلاً - جن - ڀوت).
جبار = (جبر = ڏاڍو) خدا جو صفاتي نالو.
خمار = (خمر = شراب) شراب جو نشو - مستي.

# خيال پنجون
## (ميگهه ملهار)

---

### سرنارنگ

ميگهه = مکيه ڇهن (٦) راڳن مان هڪ راڳ جو نالو آهي جنهن جي ڳائڻ سان مينهن وسندو آهي.
سارنگ = هڪ پکي جو نالو آهي (ڏسو صفحه ٧٩)
پريمان = پرير مان - پيار مان.
گرمکر = [1]
پاڻي = واڪ.
پلر = مينهن جو پاڻي.
مون ۾ ... سهريون = مهنجي هن صفات (ان مي ڪوش) ۾ تهنجي ذات جو نور ائين لڪيل آهي جيئن بادلن جي جسم ۾ بجلي لڪيل آهي. هن بيت ۾ فقير صاحب ذات ۽ صفات کي پاڻ ۾ لازم ملزوم ثابت ڪيو آهي.
سانڻ = سڳڻ.
ڏانءُ = بناوت - طريقو - نمونو - ستار - سرندي سارنگي وغيره ساز ۾ جدا جدا راڳڻ

---

[1] گرمکر = ٿرو جي مکه مان لڪل واڻي وغيره

جا جدا جدا ٺاٽ ٺاهيا آهن يعني سازن جون سندريون سوڙ پوري انهن راڳن جي سرن ملائڻ ڪي ٺاٺ جو ڦيرائڻ چئبو آهي.

ڪڪر = (ڪ = پاڻي، ڪر = ڪندڙ) بادل - جهڙ.

پورب = ڏکڻ اوڀر وارو ملڪ. اتان جي ماڻهن کي پوربي ڪري ڪوٺيندا آهن. انهيءَ طرف جو مينهن سخت وسڪندو آهي.

ڪارونڀار = ڪارا ڪڪر (ڪارو - ڀار)

وڄڻ = گاج.

اپي = سنڌ ۽ پنجاب جي وچاري ملڪ کي اپو سڏيندا آهن جهن ۾ بهاولپور ۽ ان سان لاڳيتو ملڪ اچي وڃي ٿو.

آبيندي = آلو ڪندي - وسائيندي - پاڻي ڏيندي (آب - پاڻي)

ڏاهي چڙهيو = ڏاڍي چڙهيو - پري چڙهيو - تمتار ڪري چڙهيو.

ڏٿ = سادو کاڌو - جهڙوڪ ٻهرون - پڪا - للر لاڻا - ڏڏ - ٻيهون وغيره.

ڏوٿين = ڏوٿن کي - ڏٿ تي گذاريندڙن کي.



ڏيار = ڏاتار ڏيندڙ - ڏيڻ وارو - رازق.

تراين = تري واريون - هيٺاهيون - پٽن جا وچان ويرا - پٽن جا اهي ڪاما جيڪي مينهن جي پاڻي سان ڀرجي تلاون جو ڪم ڏيندا آهن.

تجل = رياست خيرپور جي ڏکڻ اوڀر ۾ هڪ ڳوٺ آهي جو ناري واهه جي پڇڙيءَ ۾ آهي. تجل جا فقير مشهور ٿي گذريا آهن جن سان سچل سرمست جو چڱو واسطو هيو ۽ وٽن آيو ويو ٻه آهي. انهن فقيرن جا پوٽا ان اڄ تائين سچل سرمست جي ميڙي تي ڪرازين ايندا آهن.

سوراهين = سوراهه کي = سوراهه رياست خيرپور ۾ تعلقو آهي سوراهه جي تعلقي ۾ سوراهه جو ڳوٺ هڪ پٽ تي ڪوٽ ڏيجي کان ٣٢ ميل اوڀر طرف آهي. هي ملڪ بلڪل غير آباد ۽ واري جي پٽن جي وچ آهي. برسات تي آباد ٿيندو آهي. مير صاحبن مان معلوم ٿو ٿئي ته اهي مير سچل سرمست ميرن سان گڏجي ڪيا آهن.

ٻهر ٻهر = ڪنوڙين سان ڪوندا - روشي ڪندا.

---

ڪوٽ ڏيجي (سٽ ١٤)

ٻڪروال = پورب جي طرف کان ايندڙ مينھ کي سنڌ ۾ ٻڪروال ڪري ڪوٺيندا آهن جو بلڪل سخت وسندو آهي.

آهن = (آهو = هرڻ) هرڻ - مرگ.

چونگن سندي چال = جڏهن هرڻ چاري، ٻير ڪڏي چال ماريندو آهي تڏهن ان کي هرڻ جون چونگون چوندا آهن. چونگن ۾ پوڻ کان پوءِ هرڻ کي ڪو به جانور پهچي ڪونه سگهندو آهي. اهڙي صورت ۾ نا اميد شڪاري سندس پيڇو ڇڏي ڏيندو آهي.

منڊائي = موسمي مينھ.

منڊل = خوب گهڻ گوڙ سان وسيو - محفلون ڪيون.

ٻلر = برساتي پاڻي.

پنهوارن = مال دارن - ٻڪرارن = ڌري ماڻهن.

جهانگيڙن = جهنگ جي ماڻهن - ڌريچن.

اجهال = بنا جهل جي.

نڌر = نڌڻڪي - بي پتي.

وسڻ = مينھ.

وڄڻ = گاج.

واڄا = آواز.



ريج ڪرڻ = (رجائڻ = ٺگهارڻ - ملائڻ) زمين کي آبڻ يا زمين کي پيجائڻ.

هيج = خوشي.

ريهن سان = ڪيڪوڙ سان.

گيج = (گج = مڇو) گلدستا - مڇا.

سيج = شادي جي کٽ - خوشي جي جاءِ.

سچل سارنگ...... ۾ = ساوڪ جي وچ مينھ جو ڦڙن جو پوڻ گويا ڏاڍو سونهن وارو يعني سهڻو ۽ وڻندڙ ٿي نظر آيو.

سارنگ رنگ ڪيا = مينھ مزو ڪيو - برسات بهاري لاٿي - مينھ پوڻ ڪري پٽن تي رنگارنگي گلزاريون ۽ گاھ نڪتا.

نوٽ - شعر ۾ هن کي تجنيس زائد چوندا آهن.

ٻاڀاڻن = ٻڪرارن - مالدارن.

ڏيا = ڏڌ ڪياءُن - پيٽ ڀرياءُن.

ڏرت = ڏلاوا - ڏکر

وايو = واءُ.

گوڙ = (گرب) هڪ پکي جو نالو آهي جو تمام وڏو ٿيندو آهي. سندس آواز تمام خوفناڪ ٿيندو

آهي. ڪرشن مهراج جي سواري مورتن ۾
ڪهڙو ڪري ڳرڙ تي ڏيکاريندا آهن. هي
پکي ناگ جو دشمن آهي.
ڪڪوريا = رنگا رنگ ڏيا - چانيا - لالائي ۽ رتا.
سارنگ .... سوريا = بادلن سويري ڪنوڻيون ۽
گجگوڙيون شروع ڪيون.

---

سرمنڊل = رودن جي تارن جو ساز.
چنگ = وات سان وڄائڻ جو ڪلوه جي تارن
جو ساز ٢. رودن جي تارن جو ساز.
طبل = طبلا - ڏڪڙ - چم جو مڙهيل ساز - نغارو.
تيهج = تيکه - جوش.
ڪارونيار = (ڪارو - اوپار) ڪارڻ جو ڏيک
(اوپار)
پڇيون = پسي پيون - آليون ٿيون.
پٽاريون = پليون ڳٺون ميٺون (پٽارڪ = پلو)
وٽاڻين = وٽاڻن تي - ماڳن تي - پنهنجن جاين
طرف [وٽاڻ = واڙو]
ڪيرن جون ڪريون = جهجهو کير - اڻ ميو کير.
ٿريون = ملايون.
پوتا ۽ پوٽيون = هيٺاهين زمين - پٽن جي



وارا ويڙا - ٽڙايون.
وس = ١. مينهن جو وسڪارو ٢. آبادي - وسون.
اجهاپي = پونگي - جهل - اجهو.
ويڙ وڙو = وري ٽڪو - اڳي کان اڳرو.
وسڻ = مينهن.
وڄڻ = گاج.

---

ڇڻ = لانديءَ جي ڇٽ.
ڇٽي = تنگ - ڇپر.
اولو = جهلو - آڏ - اوٽ.
ڏهين = ڏکيڻ.
ڏجهو = مددگار - آسرو - همدرد.
رعد = مينهن جي ملائڪ (ديوتا) جو نالو.
ڪڻڪان = رئون زالون - ودوائون.
ڪانڌين = ڪانڌن سان - مردن سان
(ڪانڌ - مڙس)
ڪوڙه = ڇٽ - داغ.
موڙه = مٽڪ - گل ڦل.
لوڙه = گهرج.
لوڙه = مٽيءَ جي سادي قبر.
لوڙه = ميوي جو قسم جو ٻه جي ٻاڙ ۾ ٿئي ٿو.

چمڪٽي = چمڪڻ واري. وڄ. کوڙڻ.
لس ٻيلو = سنڌ جو لاڳيتو ڏکڻ اولهه وارو جابلو ملڪ جو ڪراچيءَ جي اتر ۾ هالا رجبل سان لاڳيتو وڃي ٿو.
ڪيچ مڪران = هي ملڪ ڪراچي جي اتر اولهه ۾ بلوچستان جي ڏکڻ ۾ آهي.
ڦڙڪي ڪاڏا ڦاٽ = سخت ڪجهوڙيون ڪيون.
جهٽڪو ڏئي جهاٽ = جهٽ پٽ ۾ ڦيرو ڏئي [اصل جهٽڪ = سٽ]
رس = رسي. ڳُهي ليڪ.
قزح = [قزحه = رنگارنگي. پٽا پٽي] ٢. قزح = اوچائي.
٣. قزح = فرشتي جو نالو جو ٻادل جي مٿان منتظم آهي.
نيل = آسمان.

## ڪافي

فهم = [فهمدن = سمجهڻ] سمجهه.
فراست = (فرس = گهوڙو) ڏاهپ.
نرت ـ جانورن ۾ گهوڙو سمجهو جانور آهي.
ارادت = ارادو. خواهش.

# خيال ڇهون
## (مومل جو مذڪور)

---

## سر راڻو

راڻو = حاڪم. راڻا. نالو مومل جي پتي (مرد) جو. هو هندو ڏرم جو هو. سنڌ جي حاڪم *حمير سومري جو وزير هو. انهن حاڪمن جي ڏر ملڪ ۾ رهايش هوئي. سندن گادي جو هنڌ عمرڪوٽ هو.
مينڌرو = (مها ـ وڏو، اندر ـ راجا) هي راجپوتن جو هڪ سرداري لقب هو. راڻي کي انهيءَ نالي سان به ڪوٺيندا هوا.

---

* حمير جي "ح" مٿان زبر آهي. حمير عرب جي هڪ شاهي قبيلي جو نالو آهي. ضحاڪ بادشاهه انهيءَ قبيلي مان هو. حمير عرب ۾ هڪ ڳوٺ به آهي. سنڌ جا سومرا حاڪم به جهن صورت ۾ اصل سامرا ملڪ جا هوا تهن صورت ۾ هنن جا نالا به عربي هوا ـ حمير جي "ح" کي زبر ڏبي ته حمار (گڏه) جو جمع ٿي پوندو.

سوڍو = راجپوتن جي هڪ ذات آهي.

مومل = راجا نند جي ڌيءُ هئي. راجا نند مشهور گجر قوم جو هڪ اڳواڻ هو سندس حڪومت ماٿيلي جي سرزمين تي هئي. جتي هن وقت ميرپور ماٿيلي جو شهر آهي. اهي هندو حاڪم سومرن سردارن جو سگهه ڀريندا هوا. اڄ ڪلهه مومل جي اصطلاحي معنيٰ آهي نازڪ سهڻي.

مهڻي هاب = طعني وهيڻي.

ڪامل = پهتل. پرڪه. پورڻ. پورو.

ڪاڪ = ڪاڪ اصل هڪ نئي جو نالو هو جا جيسلمير جي اتر اولهه وارن ٽڪرن مان نڪري لوڊاڻي جي سرزمين مان وهندي هوئي. ٽاڊ صاحب هڪ انگريز مصنف لکي ٿو ته انهيءَ نئي تي هڪ ڪاڪ نالي ساڌو رهندو هو جنهن جو نالو انهيءَ نئي تي پيو. مومل جي ماڙي جا ڊٺل نيشان انهيءَ ڪاڪ جي نئي تي اڃا تائين موجود آهن. مومل انهيءَ ماڙيءَ جي چوگرد خوفناڪ جادو ۽ ڪاريگري جي وسيلي خوني درياءُ ۽



جهنگلي جانور رکيا هوا ۽ پرڻ ڪيو هوائين ته جيڪو اهي لنگهي اندر ايندو سو مومل کي ماڻيندو.

هڪ ٻي مومل جي ماڙي عمرڪوٽ کان ٻن ٽن ميلن پنڌ تي ڊٺل نظر اچي ٿي. ڪن جو چوڻ آهي ته اصلوڪي مومل جي ماڙي اها آهي جتي راڻو روز رات جو مومل سان ملڻ ويندو هو. ڇاڪاڻ ته اها اڳين لوڊاڻي جي ملڪ واري ماڙي عمرڪوٽ کان ٻه ٽي منزلون پري آهي تهن ڪري هر رات جو راڻي جو اچڻ وڃڻ ناشدني هو. پر صحيح روايت آهي ته اها ماڙي مومل، راڻي جي رسامي بعد راڻي کي پرچائڻ جي خيال تي اتي ٺهرائي اچي ويٺي هئي ۽ ڏاگهه به انهيءَ ماڙئي جي ميدان ۾ چڙهي آهي جتي چون ٿا ته راڻو به اچي پوءِ پهتو اٿس ۽ پاڻ کي به پتنگ جيئن آگر جي الن ۾ ڪٽي اڇلايو اٿس.

ڪوهه = ڇو. ڪيئن.

لنگر = گهرو ماڻهو. اندريان ماڻهو. يار ٻچاءِ.

رنگ ڏيڻ = وسائڻ - وسنءَ ڪرڻ - سهڻو ڪرڻ.
زنگ = بعض - ڪٽ - بدئي جو خيال.
ناميا = نامر وارا - ناليوارا - نامر ڪڍيا.
ساهه = لاهه - آسري.
نرمل = (نر = سواءِ، مل = ميل - مير) ميل (مير) کان سواءِ - پاڪ - صاف - اجلو.
نڌر = نڌڪي - جهن کي ڌر (پٽ) نه هجي.
ڌاهه = بلڪل - پوري - ڏس.
چڪي = چڪياتي - ڏاکهه.
لار = لاڳاپي.
لکي = (لکڻ) قسمت جي لکي - ڪرم.
ڏاکهه = چڪيا (مرد جي مرڻ تي باهه ۾ جلڻ)
سهيل = راهه - وات - جاجهو.
هيرو زهر = هيري ڪاڻ سان ماڻهو مري ويندو آهي. ٺهڪري اهڙي ڪي زهر يعني ماريندڙ ڪري ليکيو وڃي ٿو.
ڪارڻ.... ڏان = ڏاڪ (مومل جي ماڳ) ڏان اهو ڏکو لهندو يعني مومل ڏان اهو بدئي جو بار لهندو.
ڏنؤ = ڍنگ - طريقو (ڏانءُ)



ڏاڪهه = رنڊاپي جو وقت - استري لاءِ مرد جي نامهرباني (ابتڙ - سهاڳ)
ستاري ڪر (ستر = ڍڪڻ) پرده پوشي ڪر ڏوهه ڍڪ (ستار = ڍڪيندڙ - خدا جو نالو)
ولها = ٿڪل مرد - اڪيلا.
مرڪ = شان - لائق.
ولهي = ويچاري - لاوارث عورت - ڏتڙيل زال.
ماڳ = (مارڳ) جاءِ - جوءِ.
ڍٽ = پٽ متان وسنوءَ. سنڌ ۽ جيسلمير جو وچولو سمورو پٽن واري پاڳي. ڪي ڍٽ سڏيندا آهن ۽ ٿر جي اتر واري پاڳي کي پائر ۽ ڏاکڻي پاڳي کي سائرڪري ڪوٺيندا آهن. شاهه پٽاني ڍٽ لفظ جدا جدا جاين تي ڳوٺن ۽ پٽن لاءِ ڪم آندو آهي.

نوٽ - ڍاٽي اٺ مشهور آهن.

ڪرمل = ڪرهو - مهري اٺ.
ڪنڌيون = سڙي خاڪ ٿيون.
جنجال (جنجوال = گرمي) فڪر - ڳڻتي - ڳڻڙ.

سيتل = سيتل راءِ ان وقت جو هڪ بيٺل ماڻهو هو جهن مومل جي حسن جو ٻڌي سندس سنگ ڇڪايو هو سيتل راءِ هميشه مومل سان ملڻ جي ڪوشش ڪندو هو. اها ڏاڍ ميندري جي ڪن پڻ پيل هوئي.

توڏي = ڏاچي جهن تي راڻو ڪاڪ ڏانهن روز رات جو چڙهي ويندو هو.

تڪبير ڏيڻ = ڪهڻ. مسلمان جانور جي ڪهڻ وقت "الله اڪبر" چوندا آهن. انهن لفظن جي چوڻ کي هو تڪبير چوندا آهن.

ڪڏو = خراب.

ڪبير = راڻي جي سهري جو نالو (وڏو)

نوٽ - ڪبير راڻي جي سهري راڻي کي رهائڻ لاءِ راڻي جي ڏاچي ڪسي جهن تي هو ڪاڪ ڏانهن ويندو هو کٽي کهائي ڇڏيو.

رڻ بير = پهلوان. جنگ بهادر. ميدان جو مرد.

گهاري = وڇوڙو. جدائي.

سومل = مومل جي ڀيڻ جو نالو.

سومل .... ڏڪر = راڻي جي ڏير سان اچڻ ڪري



هڪ رات مومل پنهنجي ڀيڻ کي پاڻ سان سمهاريو ۽ انهيءَ لاءِ ته من اين سمجهان ته هي منهنجو راڻو آهي ۽ دل کي آٿت اچي. اڏ رات بعد راڻو اچي ڏسي ته مومل سان ڪو ٻيو ستل آهي ۽ سو سمجهائين ته شايد سيتل راءِ آهي. تهن ڪري پنهنجا ڪي نيشان اتي ڇڏي هليو ويو. تهن ڏي مومل اٿي چوي ته نڪي سومل سان سمهان ها نڪي راڻو رسي وڃي ها ۽ نڪي هي ڏکڙئي ڏسان ها. (ڏسو بيت ۲۷)

نوٽ - هي اشارو نفس طرف آهي.

سل = سوراخ.

ڪانڌ = مڙس.

غازي = (غزا = ملڪ جي بچاءَ جي لڙائي) بهادر. لڙائي باز. سورهيه.

غذا = خوراڪ.

جهاد = مذهب جي بچاءَ جي لڙائي.

ڍير = پياڻي.

مل = جوڏو.

آڏڻ = سهيلين سان راند ڪرڻ واري جاءِ

جتي سرتيون سهيليون پاڻ ۾ وهي ڪتين.
اڳي اهو رواج وڏ گهراڻن ڇوڪرين ۾
هوندو هو جو پاڙيچون گهرائي ويهي ست
ٻه اوٻيندڙيون هيون ۽ وڃيون ڳائيندڙيون
۽ روح رهاڻ ٻه ڪندڙيون هيون. اهڙي جاءِ کي
آتڻ سڏيو ويندو هيو. (اصل سنسڪرت لفظ آيعن آهي)

پرت = استري - عورت.
بلي = (هائو) وه واه- اعليٰ - اتم-
ماهي = (ماه = چنڊ) چنڊ جهڙو- سهڻو.
پرک = (پريڪشا) چوطرف نگاه. (ايڪشا = نگاه)

نوٽ

پرکا جي معنيٰ ڦهرائي آزمائش به ٿيندا آهن.

ڀاڳين .... سنڌ و = مونکي تقدير ڀلايو يعني مونکي
پهنجي پيڻ سومل سان سهڻ ڏ گهربو هو.
پر مهنجن ڪرمن ۾ اين لکيو هو. تون پڻ
انهيءَ کان بي خبر هوئين تهن ڪري تهنجو
به ڏوهه ڪونهي.

سڳون = سڳنڌ- خوشبوءِ - باسون.
ناتر = مومل، جي ڀانهيءَ جو نالو.



نوٽ- ناتر ۽ گجر قوم جون ٻيون ڇوڪريون
ڪاڪ ۾ مومل جي خدمت ۾ رهنديون هيون. گجر جي
اچ ڪلهه اصطلاحي معنيٰ آهي ٻياري.

پاڻي پاءِ لڱڻ = ڏوهه ثابت ٿيڻ - منهن نڪرڻ.
ڪوريل = لالائي تي رنگيل - رتل.
ڪنول = ڪمل گل - ڪنول گل- گل نيلو فر به
سڏ يندا اٿس.
ساڻيهه = وطن - ديس.
اڏوڀنڌ = لانگوٽيا فقير.
جتي .... ڪا = هن مايا جي ڀيائي وارن خيالن
مان نڪري هيڪڙائي واري خيال ۾
وڃي پيا.
لنڊاڻو = هي ملڪ لودر قوم جي راجپوتن جو
وسايل هو. جيسلمير جي اتر کان ماڻيلي
جي ملڪ تائين پکڙيل هو. ڪاڪ جي هنڌ جو
نالو به لوڊاڻو هيس. ڪاڪ جي نئي به
لوڊاڻي مان وهندڙ هوئي. جهن تي مومل
پهنجي ماڙي اڏائي هوئي.
لوڊا مسلمانن ۾ هڪ مشهور قوم آهي ۽
لوڊاڻا هندو به سنڌ ۾ موجود آهن. اهو

ڪاپڙي فقير جو راڻي ۽ حمير سومري وارن
چمن يارن کي رستي ۾ گڏيو هو ۽ ڪين
مومل جي حالات کان واقف ڪيو هوائين
سو خود لوڌاڻي جي سرزمين جو نواب هو.

جي - ”تڏهن ڏسڪي ۽ ڏس ڏيئي ٿو روئي رتو آب
تا آيس لوڌاڻي کان ڏولا! ساڻ اهو مطلب
آءٌ نڱوهيس نواب پر ڪاڪ ماري ڪيس ڪاپڙي“

تاڪ ٽيڙ = [تاڪ = جاءِ] جائيتو ٽيڙ.

ٽوڪ = ڪاڄ.

ارٽو = ڳاڙهو [آرتا = ڳاڙهو]

راول = اصل لفظ آهي ”راءِ ڪل“ يعني
(شاهي نسل) هي راجپوتن ۾ هڪ لقب آهي.
شاهي نسل وارن کي انهيءَ نالي سان
سڏيو ويندو هو. سنڌي ۾ پياري دوست کي
راول سڏيندا آهن.

هاڪاريا = (هاڪ = مشهوري) هاڪ وارا
مشهور - نامڪتا.

حدون = بندشون - مايا جا ٻنڌڻ. هي سرير -
حمال = [حمل = بار کڻڻ - جهلڻ] بار کڻندڙ.
ڪمال = پورا - اڻ ميا - جهجها - ڪافي.



= (وصل) ميلاپ.

حدون .... حمال = اهي ناميا نانگا فقير هن مايا
جون اپاڌيون (ٻنڌڻ) ٽوڙي ۽ آزاد ٿي
وڃي رب کي رسيا.

ڊريا = رهيا - ترسيا.

ٻري ويا = هلي ويا - پنڌ ڪري ويا.

مانجهي = (منجهه = گهجهه) رازدان - ڳجهه ڄاڻندڙ
حال پائي.

لنگهيا لنگهاڻو .... ڪا = انهيءَ ساري بيت جي
معنيٰ آهي ته اهي سالڪ فقير ۽ مهنت
هن سنسار جا سڀ سٻنڌ ٽوڙي هن صفاتي
سرير کان پاڻکي آجو ڪري ذات ٿي
وڃي ذات ۾ لاءِ ٿيا يعني حق سان هڪ ٿيا.

ڪلدار = سفيد - اڇا - صاف دل - نوراني شڪل.

دود = دونهون.

بخار = ٻاڦ - جوش - تپت.

سوزون = (سرخئن = سوز) سوزمان - ساڙي مان.

نگيا = نڪتا.

برخوردار = ٻچا - ننڍا - هيٺين درجي وارا.

ٻنڀليا = ڇرڪجي ويا - حيران ٿيا.

پرت = صورت (هت اشارو مومل طرف آهي)

نڪا صورت.... ڏيهه = سچل سرمست مومل جي عشق جي مجازي عشق سان ڀيٽ ڪئي آهي. هتي هو انهيءَ جاءِ جي پهچ ڏو ٻڌائي جتي نڪا آهي صورت نڪا آهي مورت رڳو آهي نور. جتي هن اهو نور جو قطرو هن سريرهه سمايو ڏٺو هن هت اچي ٻيا صورت ٿيو يعني صورت ورتائين. نه ته اصل اهو بي صورت آهي. جهن کي نرنڪار سڏجي ٿو. نرنڪاري درجو فنا في الله (الله ۾ فنا ٿيڻ) جو درجو آهي. هي اها منزل آهي جتي پهچڻ بعد نڪا هتان جي ڪا سمجهه يا سرت ٿي رهي نه ڪا ڪا يادگيري ٿي رهي؛ نه ڪوئي فنائي بعد هنکي انهيءَ ڏيهه کو ڏسي ٿو سگهي.

ڪاپڙي = هي اصل لفظ ڪاپڙي آهي جهن جي معنيٰ آهي گيڙو پوش فقير. هن ٻيکه جا فقير هميشه سيلاني رهندا آهن. هڪ ڇکهي لئي هميشه ساط هوندي اٿن.

ڪ... ... ... ساره هڪ ٿي ويا



هي همه اوست طرف اشارو آهي يعني "سڀ اُهو آهي" انهيءَ کان هيٺين درجي وارا چون ٿا ته "همه ازوست" سڀ انهيءَ منجهان آهي.

ڪافي

ڪانڌ = مڙس.

چؤ طاق = چارئي طرف - چارئي عضوا.

سڦري = (س = چڱي، ڦر = ڦل) چڱي ڦل واري فائدي واري - بهتر.

ڏيت = ٽن ملڪ جو وچون ملڪ يا مٿاهن ڀتن وارو ملڪ.

اولاڪ = جنجل - ڳڻتي - تڪليف.

ميار = ڏوراپو - عتاب - ڏوهه.

# خيال سئون

## (هير رانجهو)

---

### سر ڪارهر

ڪارهر = هڪ زهردار ڪاري نانگ جو قسم آهي ٢٠ راڳڻي جو قسم. [ڏسو صفحه ١٠٢]

سڪهڙ = ڏنگڻ.

ڪر = ڦِڻ.

جڪ مارڻ = بي وقوفي جو ڪم ڪرڻ. (جڪ = ميڄي)

ڪَڪ = نانگ.

هير = چوچڪ جي ڌيءَ ذات جي سيال، جهنگ سيال جي ويٺل هوئي.

جهنگ سيال = هير جو وطن (پنجاب ملڪ ۾ آهي)

رانجهو = هزاري جي ملڪ جي حاڪم جو پٽ هو.

تخت هزار = رانجهي جو وطن ۽ تخت گاهه.

ڏاجو = شادي ۾ مليل مال اسباب.

هڙد = رسم- طريقو- رواج.



دود = دونهون.

ڪاني = [ڪان = تير] سراپ- پٽ- پاراتو.

قرب = (ويجهڙائي) عشق- محبت.

لوح = تختي- اُها تختي جنهن تي انسان جي قسمت لکيل آهي.

پهنجو ديس = جتان هي آتما آيل آهي- روح جو مڪان. زمان ماضي.

هير = رانجهي جي معشوق (هت اشارو هن مايا طرف آهي)

نوٽ- هير چوچڪ جي ڌيءَ هوئي جهنگ سيال جي رهندڙ هوئي.

گهور = نيڻن جي تيز نظر- گهري نظر.

هاريون = موڳيون ابوجهه. (هرت = سست)

قسمت قيد الماءِ- ڏاڍي پاڻي جي ڪشش.

جوڳيا ويس = گيڙو پوشاڪ.

چوچڪ = هير جي پيءُ جو نالو.

شاهه هزارو = هزاري ملڪ جو مالڪ- رانجهو.

آر = لڄ- موشو- تڪلف.

قريب = (قرب = ويجهڙائي) ويجهو- پيارو- معشوق.

ڪاڻ = غرض- پرواهه- خاطر.

ڪاڻ = واسطي.

ڏولا = ڏک. تڪليفون.
ٺورنگ = هير جي مڙس جو نالو.
کيڙو = هير جي مڙس ٺورنگ جي ذات.
کيڙو وجهان کوه = کيڙي کي هن ڏيان - بيزار آهيان.
کيڙ ڦال = جهنجل - فسادي.
وڏون = [وڏ] پيچڪڙي.
جهنگ سيال = هير جو ديس. هي پنجاب ۾ ضلع آهي.
مهوال = ميهار.
ونجهلي = بنسري.
چاهون = چاهه مان. شوق مان.
چناه = چناب ندي [پنجاب مان وهي ٿي]
لوء = جوء. جاء. ديس. لوڪ.
جاتي = جڙي. پوري.
الستي = [ڏسو صفحو ٢٠٨]
هردي = [هرد = دل] دل ۾.
قتيل = قاتل. ماريندڙ.
کوهين = کوه ۾. جهولي ۾.
کوهڙي = کوهڙيءَ وارو - رليءَ وارو - جوڳي.
منجهه وتي منڊ سان = منترن سان بند ڪيو وتي.



ٽيل = ڪارا - ڪارهر نانگ.
رسيل = رس ڀري - سريلي.
ڪنڊل = وڏا والا جيڪي جوڳي ڪنن ۾ پائيندا آهن.
راوي = ندي جو نالو جا پنجاب مان وهي ٿي.
نوٽ - ٺورنگپور جو شهر راوي ندي جي ڪناري تي آهي جتي ٺورنگ کيڙي سان هير کي پرڻائي وڃي بند ڪيو هوائون.
روي دليو = [روبو] روانو ٿيو. ڪڍي هليو.
ونجهليون = بنسريون - مرليون.
نانگو = جوڳي - [رانجهو]
ٺورنگ پر = ٺورنگ جو آباد ڪرايل شهر جتي هير جا ساهرا هوا.
مغز دار = مغز وارو - هوشيار - دماغ وارو.
ڪرهار = ڪر کڻندڙ - لهريندڙ - ڦڻ ڪڍيندڙ.
نوٽ - ڪارهير نانگ جا ٢ قسم آهن. هڪڙا ڪر کڻي لهر ڪندا آهن ٻيا اهڙ ڪو نه ڪن.
ناٿ = مالڪ - وڏو - جوڳيسر.
منڊرا = واليون - ڪنڊل [جوڳي ڪنن ۾ پائيندا آهن]
منڊرا = منتر - بندش جا ڪلام جيڪي گهڻو

ڪري جوڳي ناٿن تي پڙهندا آهن ته
ناڳ ڏنگ مٺ ڪان بند رهي.

ڏڀيون تن ٽڪي = بدن تي ڏيئون جڙي يعني
فقيري ويس ڪري.

ڏيئون = ڪدو مان جڙيل ٿانءُ جي فقير پنڻ
لاءِ کڻندا آهن. سوڙهي ڳچي وارو ڪدو.

ٽڪي = ذري.

نيٽي = ڪنواري ڇوڪري. نوجوان ڇوڪر.

وهڻ وهه ٿيو = ويهڻ زهر لڳو. آرام نه ٿي آيو.

ڪاريا = پورا ڪيا.

منڊي = منڊيندڙ. منڊ [منتر] پڙهندڙ
جوڳي - رانجهو.

نوٽ - رانجهو هير جي لاءِ جوڳيءَ جو ويس
ڪري سندس ديس ۾ اڪيلو ٿي گهمندو. هير اهو ٻڌي
تاڪ ڪيو ته مونکي نانگ ڏنگيو آهي ڪو جوڳي
جهلي اچو. انهيءَ مڪ تي رانجهي ۽ هير جو ميلاپ ٿيو.

مڪ = عذر. ڍنگ. مڪر

وهه = زهر.

واسينگ = ڪڪر وڏو زهردار نانگ جنهن جي مٿي
۾ مڻ ٿيندي آهي.



ڪپار = [ڪپال] ڪياڙي. چوٽي. مٿو.

هاري = ويچاري - ٻڙي - موڳي.

منگهڻ = چڪن. مست. عاشق. محو.

لانگوٽي = جوڳي [رانجهو]

لڪن = نڪاح. لاڳاپو.

لوح = [صفحه ۳۸۵]

هتي = زمان ماضي [گذريل وقت] روحن
جو مڪان.

هتي = هي دنيا.

سالم = پورو.

ڪافي

جهتا ٿون = جوڳين جا وڏا وار. وارن جا ڇڳا.

بسمي = رک. مٽي.

هاتڪ = حاذق. قابل.

چندين = ڦنڊين. لمونين [چند = ڦند]

جوڳي، سنياسي = فقيرن جا بيکه آهن.

گوگو جوان = جوڳين ۽ ناٿن جو سرگرو جو نالو.

جون ٽاٽ ڪيس ماريو ته ڪهڙو نانگ ڏنگي آهي.

# خيال اتون

(سمو ڪندري)

---

## سر ڪليان

ڪليان = آنند - سک - آرام - راڳ جو قسم.
(صفحو ١١١)

سمو = ڄام طماچي، جو سنڌ جو حاڪم ٿي ڪذريو
آهي ان جي ذات سمو هيو. سما اصل
راجپوت هوا.

ڪندري = مهاڻي - ڪني - بدبو واري.

ميٺي = ماڇڻ.

شفقت = مهرباني.

ڪاندر = مهاڻي. هي مهاڻن ۾ هڪ خاص ذات آهي.

عار = عيب - شرم - موشو.

مدار = آسرو.

ڪينجهر = ڍنڍ جو نالو.

لڄ رهائين = ننگ ڪڍين.

ڄارو = مڇين ڦاسائڻ جي ڄاري.

. . . . . . . . ۽ ناطو تي ڪنهو.



سر = ڪتب - راڇ.

ڇڇي ۽ ڪکي = مڇي. مڇي جي اندرين ڪند
کي ۽ ڇڇي چوندا آهن.

راض = مهرباني - راضپو - راضي رهڻ.

راز = ڳجهه.

آريون (آرد) آرو - نان.

سيباڻي = پسند پئي - وڻي -

ڪني = خراب - بوءِ ناڪ - مهاڻي.

ڪلسا = (ڪلس = چلر) چلڙ واري مڇي.
ڪلسي مڇي کهڙو ڪري ڪاري پاڻي ۾
ٿيندي آهي.

ڪلوري = مڇي جو قسم.

ڪالورا = مهاڻا.

ٻوري = ڪمن واري ڪٺ ۾ ڪاه جي نموني پڻ
ٿيندي آهي ان جي مٿان ڪل ٿئي ٿو جهن
۾ زره ٻورو ٿئي ٿو اهو پٽي انهجا مفيا
ٻڌي ٻوري تيار ڪندا آهن جا رنگ جي
هيڊي ٿيندي آهي ۽ بازار ۾ وڪامي آهي.

اڌوٻنڌ = لانگوٽا - چوٽا.

قصو . = اجا ڪپڙا - ٻيڪيدار اميري ڪپڙا.

غريب ماڻهو پنهي ڪائيندا آهن.

ملاحيون = مهاڻيون (ملاح = مهاڻو).

جوڙون سڀ جوڙيون = دل جون مرادون پوريون ڪيون.

سهج = مهرباني. انعام. سوغات.

سهج = سڪر.

ٽورون ۽ ٽنڊيون = نخري سان ٽلڻ. فخر سان هلڻ.

ٽور = چال.

ٽنڊ = (چوٽي) وڏائي. ٺانءُ.

ڦڪ = مٽي. ڪپ

اوڳڻيون = واهيات. بد فضيلت.

سهايون = وڻيون. پياريون لڳيون.

ڪمن = (ڪم) هڪ جو ميوو آهي جو ڪينهون وانگر ڳول ۽ نرم ٿيندو آهي. ڪم جي پاڙ لوڙهه آهي. جنهن مان هڪ ڳر يعني شاخ ٿي نڪري. جنهن ۾ نيلوفر جي پوکي ٿي ٿئي جنهن مان ڪم ٿو پيدا ٿئي.

پار = طرف.



اُميت = پلٽ.

لاڪيٽي = جو لکي لهي يعني سمو ڄام.

سهاڳ = مهرباني. پياري وني (ابعڙ ڏهاڳ)

انڪ = بي پرواهي.

طولان = (طول = ڊيگهه) وڏائي. پير ۽ گهيرڻ.

اندامين = (اندام = جسم. عضوو) عضون ۾.

سڀ اندامين .... ۾ = انهن مهاڻين جي هڪ هڪ عضوي ۾ سڱ سڱ ۾ جواهر جڙيل هوا

لپيون = [لپ = چنبڙڻ] مڇي جي متان ڳگهه.

مڪڙي = (مڪڙي) پيڙي.

نوري = انهيءَ ڪندري جو نالو جنهن تي سمو ڄام عاشق هو. جنهن جي صدقي هن ڪينجهر ۽ منڇر جي ڍنڍن جي سيني مهاڻن تي مهربانيون ٿي ڪيون.

چڪايون چاڙيون = ناز سان نهوڙيو.

ڦڪل ڦند = ناز نخرا.

وڏيون سو...ڪي = سمو ڄام انهن مهاڻن کي نوريءَ جي صدقي ٿو روزمره انعام ۽ لاڳ ويٺو ورهايون ڏي.

ماڪ = اصل لفظ مٽيڪ آهي معنيٰ موتي.

مڪ = ڪهن ٻه ميوي جي سنهي ڪڙ ڪي مڪ
چوندا آهن. ڪمن جي اندرين ڪڙ کي
ٻه مڪ چئبو آهي. ڪيڙ جي سنهي ٻوندي کي
ٻه مڪ سڏيندا آهن.

مر ڪينجهر .... ڪنيو = پل ڪينجهر جو راڄ آرامي
هجي. ڇاڪاڻ ته اهن جو سمورو بار پنهنجي
معشوق نوريءَ جي صدقي سڀ ڄام پنهنجي
سر تي کنيو آهي (ڪينجهر ڍنڍ ٺٽي ۾
جهرڪن جي ويجهو آهي)

نوٽ - اُهو مريد (چيلو) امان ۾ آرام ۾ آهي
جنهنجو مرشد (ستگر) ڪامل آهي ۾ پنهنجي مريد ۾ چيلي
جي قدم قدم تي سار سنڀال لهي ٿو ۾ سندس سمورا بار
پنهنجي سر تي کڻي ٿو.

مڏ = مڇي جو ڏير.
بڏسر = جهالر دار نٿ.
ٻيڻا = (ٻهن = نڪ) نڪ ۾ پائڻ جا ٻولا.
جهاپا ۾ جهوڙا = جهالروارا ڇڻن دار ڪپڙا.
لاشيون = (راشيون) سادڙيون - ڪوجهون.
خاشيون = (خاصيون) عمديون - چڱيون.



ڪينهن ڪماشون = پيٽي پر ڪانهي - پرواهه ڪانهي.
موڙيون = مٿي تي رکڻ جون سينهوڙيون.
پيٽي پر = پيٽي = اجهو، پناهه - پر = آڌار، وسيلو.
جن ها سا .... فراشون = جي ڏرڪي تي ٺڏيون
توريون ۾ پن وڇائي سمهنديون هيون تن
کي هاڻي ڄام تماچي فرشن تي فراشيون
(مهدا وڇاڻا) وڇرائي ٿو ڏي.
پوڻي = ڪل نيلو ڦر جي ڪچي ڪاني جهن ۾
ڪمر ٿئي ٿو.
موراڏون = اصلاٿون - اصل کان.
حريص = (حرص) لالچي.
مجليس = (جلسه) مجلس - صحبت - ميڙ.
اطليس = اطلس جا وڇوڻا.
هيس = خوف - ڀؤ.
حديث = گفتگو.
مهرائون = مهرمان.
ناٿ = مالڪ - سمو ڄام.
سهل = سٿولا - سهولت وارا.
سام = اجهي - پناهه هيٺ.
نڌر = [ڌر = آڌار - طرف] نڌڻڪي - لاوارث.

نيلن جا ناٺا = اُٺ ميا خزانا.

لڏو = اُداس.

بافتن = آڇن ڪپڙن.

قناتون = ڪپڙي جا پردا - تنبن جون چوديواريون.

ڇپي ڇت = مڇي جي ٻانس.

طناب = رسا.

ناد = بگل.

ناطقا = [نطق = زبان - ڳالهه] ڳالهائيندڙ.

رود = تارون (رود وڄڪري جي آندن مان ٺهندو آهي)

رباب = هڪ افغاني ساز جنهن ۾ رڪ جي تارن بدران رودا جڙيل هوندا آهن.

تم = تمام - ختم.

پلوءِ مون پاتو = مان نياز ڪيو. مان تو اڳيان سرنوايو. ڳچي ۾ ڳارو وڌو.

نوٽ

اڳي اهو رواج هوندو هو تہ حاڪم اڳيان عرضدار هميشہ ڳچي ۾ ڪپڙو پائي وڃي بيهندو هو. اهڙو رواج اڃا تائين ٻاهراري جي ماڻهن ۾ هلندو اچي.

ڪاٺا = ڪاٺا. ڪاٺ وارا.



دمپخت = [دم = ٻاڦ، پختن = پچڻ] گوشت ۽ چانورن جو پلاءُ جو مٽي ٻاڦ تي دم ڏئي تيار ڪبو آهي. دم يعني ٻاڦ تي پڪل گوشت کي به دم پخت سڏيندا آهن هي اميري ۽ عمدا کاڌا آهن.

دمبا = ٽلها [هي جانور جو قسم آهي جنهن جو پڇ جلد جي چڪر وانگر گول ٿئي ٿو جنهن کي دمبي جي دم ڪري سڏيندا آهن.

مڪڙيون = ٻيڙيون. (منگهي = ٻيڙي)

تعمير ڪيون = جوڙايون - اڏايون.

جهونگا = ٻيڙا - ڪراڙا. ڪپا.

ملاح = ٻيڙين جا هلائيندڙ - مهاڻا.

مير = جام ٺٽا جي.

مير بحر = ناخدا - ٻيڙي هلائيندڙ. سمنڊ جا مالڪ.

نوٽ - هت ملاح ۽ مير بحر به ماڇن کي ڪوٺيندا آهن پر ملاح ۽ مير بحر انهن مهاڻن کي ڪوٺبو آهي جي ٻيڙيون هاڪاريندا آهن. آهي مڇي به ماريندا آهن پر ماڇن ۽ ڄيڄرن وانگر انهن جو ڪم خاص مڇي مارڻ جو نہ آهي.

هڪاريون = جنيون.

ڏوڏا = ٻيڙ جا داڻا جي ٽڪين مان نڪرندا آهن اندران سفيد ٿيندا آهن. منجهن سبز پٽو ٿئي ٿو. ڏوڏا کٽو ڪري پچي ويل سخت داڻن کي سڏيندا آهن.

پاپڙا = ٻيڙ جا وڏا پن جي پاڙي تي ترندا نظر ايندا آهن.

پٽيلن پنکهٽين = پٽ جي پينگهن ۾.

لاڏو = لاڏلو.

لاڏيون .... لڏن = جام جوڻ داه ليون لاڏ [نخري] سان ڏيون پينگهن ۾ لڏن.

نيلم = قيمتي جواهر جو قسم جو نيلي رنگ جو ٿيندو آهي.

ڪلابات = زري پريل پٽ جو ڪپڙو.

چڪم = زردوزي جو ڪم.

لڪان = جواهر جو قسم.

ڪڪيرين = [ڪڪي = مڇي] مهاڻين.

آقا = [آغا - آگا] مالڪ.

آريون = ناز. (آر = انگل)

سالو = سنهو قيمتي ريشمي ڪپڙو.

[illegible] جي ڪناري سان ريشمي شال.



بي آب = [آب = آبرو] بي عزت.

ڪلالن = ڪوڙن. فارسي ۾ ڪنير کي ڪلال ڪوٺيندا آهن.

ڪلالن = شراب فروشن [وڪڻندڙن]

ڪونتلن = کهوڙن.

ڪڙيون = تنبيها.

چيڪ = آزاد.

تازي = تکا بنيادي گهوڙا.

ليڙ = ٽڪڙي. ڪپڙي جو ٽڪر.

ڏڏي مڏي = مال ملڪيت.

ڪن جهوڪين جهول = جاين ۾ ڇپرون اڏي ڏاويهن.

جهول = ڇپرون.

غلم = گلم.

غاب = ٿالهه. خونچا. وڏا اُچا برتن.

طول = وڏا وهاڻا.

غمزا هطط = اصل معنيٰ اکين جا اشارا هت معنيٰ "لتڙ".

غول = (مر) جهنگلي ماڻهو. ماجهول. وحشي.

اولجهول = احمق. بي سمجهه.

الول = آڪڙ. ٺانءِ

لس = لسيون - اڪهاڙيون - لنگيون.

مياڻيون = ميهڙي جي واپار جا مرڪز [هيڊ ڪوارٽر]
جتي ميهي ماري اچي گڏ ڪبي آهي.
اهي مياڻيون گهڻو ڪري درياءَ جي ڪناري
تي مقرر ٿينديون آهن. انهن تي مڇي جي
انداز موجب محصول رکيل هوندو آهي.

ڇڙ = پاڻي جو ڇتو ڇڙو، هتي ڏنڍ.

ڇوٽيون = ڇوٽ - آزاد - معاف.

تن مياڻيون .... ڇوٽيون = جيڪا انهن مهاڻن
جي مياڻن تي ڏل پوندي هوئي سا ڇام
تماچي معاف ڪري ڇڏي ۽ ڏنڍن جي
پيداءش به انهن کي ڇوٽ ملندي هوئي.

ميون = [واحد مئي] ماڇاڻيون.

طريل = [اصل لفظ طرير آهي] حسين جوان - سهڻو.

ڳاندرين = (ڳاندر = مهاڻو) مهاڻن سان.

ڪمخاب = ڪم - خاب به برابر آهي ڪمرخاب
به برابر آهي. (خاب = رڱو) زري دار ڪپڙو.
(غياث)

وڳيون = لٽن کي.



واس = سرهاڻ يا خوشبوءِ مڪڙ.

زرباف = زري ڪنار ڪپڙا.

امل = [امولہ] بي بها - املھ.

لٽر = [لت] جتي.

جڙائو جوڙا = موتين سان جڙيل جتي.

جوڙا = جتي.

روڙا = ٺڪر - ايٽيون - ڪوڙها.

ڏوڙا = پيڙا - ساهوڪار - ولهيا - سکها.

لوڙ = کهرج.

ويرياءُ = [ياءُ = خيال] وير جو خيال.

اروڙ = ڏڳهه.

جوڙ = جتيون.

مترڪو = [مطرقہ] لوهه ڪٽڻ جو اوزار.

ٽولا ڪين ٽوٽ = رولاڪ - آڪڙباز.

سوڌا = [شدھ] سچا - صفا.

لوڙهه = بهن جي پاڙن مان ٿيندا آهن جي اياري
ڪاٺيا آهن شڪل جا گول ۽ رنگ جا مٽان
ڀورا ڪارا ٿيندا آهن.

ڦوٽ = ڦٽيل ڪمر.

ڪيا = خوش.

خمار = [خمر = شراب] نشو. ڪيف.
لڪ لوڙ = لڪ لڙائيندڙ.
ٻنوريون = ڪنواريون. نوجوان ڇوڪريون.
ڇوٽ = آزاد. مفت.
ڇڏي... مياڻيون = مڇي جي مياڻن تان ڄام محصول معاف ڪيو هو.
ڦُٽ = ڦٽيل ڪپڙو.
ڪلين قيمن = خوراڪن جا قسم.
دشالا = ريشمي رئا. يا بوڇڻ.
هٿ ٻڌڻ = مٿي تي هٿ ٻڌي جي ٻڌرمارڻ.
اهو رواج اڄ تائين اميرن جي گهرن جو آهي
ساڻن = ماڇن.
سٽ ڪٽ = مار ڪٽ.
ڏيل = ڏڪليمون. جوش.
ڪلي... ڇٽ = مڙني ڏنين جا محصول معاف ڏين.
عامن = عام ماڻهن يعني مهاڻن.
ايت = ڪولڙ.
زرباڊلي = زردوزي جو ڪم.
خيما = تنبو.
. . . مان. خوشي مان.



طرا = (طره) پٽڪا. اهو پٽڪو جنهن ۾ جواهر جڙيل هجن. اڳي اهو رواج اميرن ۽ نوابن ۾ هيو. پٽڪي ٻڌڻ وقت هٿ اڏ پٽڪي جو ڇڏيندا آهن ان کي ٻه طرو سڏيندا آهن.
ڪرت = [ڪرت] وڏڻ.
ڳرا = گهوڙا.
زرا = بازپکي جي نر کي زرو ڪوليندا آهن.
رب = سادو ٻيٽ.
ڪلين حلوين = اُچين خوراڪن جا قسم.
گيرب ڪاڻ = فخر. وڏائي. آڪڙ.
ڏرن = مڇي جو قسم.
ڏن = ڄار. اهو ڄارو، جو لڪڙن سان پاڻي ۾ هڻي ڇڏيندا آهن ۽ اڳيان مهاڻا پاڻيءَ کي ڏاڪيندا آهن ۽ لپڙ ڪندا آهن. جنهن تي مڇي ٽپندي ٽهندي اچي انهيءَ ڄار ۾ پوندي آهي.
مهج = خوشيون. انعام.
مسندان (مسند) گاديون.
ڪلي = سڀ.

## ڪافي

مٽا = سرو.
ميخان = (مئي - شراب) شراب گھر.
وٽي = شراب جو پيالو- ساغر. جام.
نسنگر = نروار.
ڏاتي = ڳاڻيائين.
ڪن فيڪون = ٿي ۽ ٿي پيو. (قرآن).

نوٽ - هي اهو غيبي آواز آهي جو هن سنسار جي سرشٽي وقت قدرت جي مُنهن مان نڪتو هو. جنهن جي معنيٰ مٿي ڏيکاريل آهي.

پرڙ = وچڙ.
ڪن = ڪنفيڪون جي پهرين لفظ "ڪن" (ٿيءُ) طرف اشارو ڏنل آهي.
درپن = آرسي.
فاروقي = فاروق حضرت محمد (صلعم) جي ٻي خليفي حضرت عمر جو خطاب آهي. انهيءَ جي اولاد کي فاروقي سڏيندا آهن. درازن [illegible] فاروق آهن، تنهن ڪري سچل سرمست



(جو پاڻ به فاروقي هو) اهو اشارو پنهنجي مرشد پير عبدالحق صاحب طرف ڏنو آهي يا حضرت عمر فاروق طرف ڪيو اٿس. فاروق لفظ جي اصل معنيٰ آهي "فرق ڪندڙ" حضرت عمر کي انهيءَ ڪري فاروق سڏيندا هوا جو هو عدل ۽ انصاف ۾ پورو فرق ڪندڙ هو. ڪيس عمر عادل به سڏيندا آهن.
(ڏسو صفحه ۱۰۹)

فهمائي = (فهم = سمجهه) سمجهائي.

## خيال نائون

### (راءِ ڏياچ)

---

سر سورٺ

سورٺ = راءِ ڏياچ جي استري ۽ راڳڻي جو نالو. (ڏسو صفحو ۱۳۲)

راءِ ڏياچ = ڪاٺياواڙ جي راجا جو نالو. سندس گادي جو هنڌ ونٿلي هو. پر راءِ ڏياچ جي ڪهڻي بيٺڪ جهوناڳڙ جي قلعي ۾ هوئي جو گرنار جبل جي وٽ سان آهي. راءِ ڏياچ جي قصن ۾ اهو نالو راءِ ڏياس آيل آهي جو راءِ ڪوات جو پٽ هو سندس ذات چوڙا سما هوئي هي واقعو ۱۰۰۳ع جو آهي. راءِ ڏياچ جي بنسبت گهڻا قصا لکيل آهن مگر آهن سڀئي مختلف نمونني جا. راءِ ڏياچ ۽ گجرات جي راجا انيراءِ جو جيڪو راڄڪمار چندروناٿ جي سگر تي تڪرار وارو قصو آهي سو البت موزون نظر اچي ٿو.



مدعا = مطلب.

وحدت = (صفحو ۲۸۶)

وصال = [وصل] ميلاپ.

سر سنواڙيو .... سر = چارڻ جي سر راءِ ڏياچ جي سر جو قدر ڪيو، ۽ راءِ ڏياچ جي سر چارڻ جي سر جو قدر ڪيو.

انيراءِ = گجرات جي حاڪم جو نالو. هي اصل ذات جو سولنڪي [سولنگي] هو. سندس گادي جو هنڌ انهلواڙ هو سندس پيو نالو دراب سين هو. انيراءِ ۽ راءِ ڏياچ جي تڪرار جو سبب اهو هو جو انيراءِ جي ڌيءَ چندروناٿ گرنار جي مندرن جي درشن لاءِ وئي هوئي جتي راءِ ڏياچ کيس بند ڪيو هو پر وري شادي جي انجام تي کيس آزاد ڪيو. جنهن تي انيراءِ جهوناڳڙهه تي ڪاهيو مگر پڙي ڪين سگهيو ۽ چارڻ جي چرچ تي راءِ ڏياچ جو سر سڙايائين.

گرناري = گرنار ڪوٽ ۾ رهندڙ (راءِ ڏياچ)

جهوناڳڙهه = گرنار جبل جي وٽ سان هڪ مظبوط قلعو آهي.

گنهير = ڳن وارو- ڀهڳڻ.

غازي = وطن جي طرفان وڙهندڙ جوڌو.

غزا = وطن جي طرفان لڙائي.

آڻ = مڃتا.

ڏاني = ڏان ڏيندڙ. ڏل ڏيندڙ. زبردست.

مڌير = مَتي وارو. مغز وارو. هوشيار.

ڪانچ = ڪريل. ڪميڻو. ليچ.

جنگه = [وڏو] جوڌو.

عطائي = جن کي قدرتي ڪو هنر عطا ٿيل هجي. يا زماني جي پڌ سڌ مان تجربو حاصل هجيس - هت فقير معنيٰ اٿس.

صليس = [سلڻ] پڌ ايس.

پائمال = ڪوڙ. وڳوڙ. فساد. ڪڙٻڙ.

ٻوڏلا = اڙٻنگ. داڌلا.

تندون تيار ڪرڻ = سازن کي سر ۾ آڻڻ. سر ملائڻ.

چاچڪ = [راچڪ] فقير.

مڱڻو، منگتو، مڱڻهار = (مڱڻ = پنڻ) پينو. لنگهو.
سنسڪرت ۾ مارڳن، مڱڻ کي چوندا آهن.

لنگهو لائق .... لاچار = نيچل لنگهو اهڙو نالائق
نه هو جو واڌ ڏياچ جي سر لاء سخيري هلي



هو جن نيچل کي لاچار ڪري اهو ڪم ڪرايو

لک = لکيو. قسمت.

هام = ٻاڙ. لاف.

الله توهار = الله تو آهار (آڌار) الله جي آسري.

چنگ = (آواز) وات سان وڄائڻ جو ساز. سرندو جو روڏن سان وڄهو آهي وغيره.

تنوار = آلاپ - سر.

چوتي چاڙهي.... تنوار = چنگ (ساز) جو سر تمام مٿي رکي پوء انهيءَ جي تند سان راڳ آلاپيندو رهيو.

آڪا = اصل عربي ۾ آقا. فارسي ۾ ڪاف، غين سان متجي ٿيو آغا. سنڌي ۾ غين، ڪاف سان متجي ٿيو آڪا يعني مالڪ.

ستار = (ٻهر = ڏسڻ) ڏسيندڙ.

ڏولي = محلات. پالڪي.

پاڻ = [پرت = قابل انسان] ڪڍن وارو. فقير.

سالڪ = خدا وارو فقير.

سان = سڳڻ.

ڦيري.... ڪي = سرندي يا ستارتي جڏهن ڪو سر وڄائي پيو سر ڪڍو آهي تڏهن انهيءَ جون سنڌ ريون (ڪڙيون) هيٺ مٿي ڪري ٿو سر جو آلاپ ڦيرو

ڇاربو آهي. انهيءَ کي چئبو آهي ”ٺاٺ ڦيرائڻ“.

رب = پالڻ هار. هي خدا جو خاص صفاتي نالو آهي جو بندي تي رکي نٿو سگهجي.

ڏاور = (داد- ور) داد ڪندڙ. ڏاڍي.

برهه = عشق. وره - ويراڳ

ٺاٺ = طريقو. نمونو.

ڳنوارياءُ = آلاپياءُ. سراياءُ.

اوٽ = اولو - گوشائتو. ڪوٽ جي پاسي ۾.

ڇاڙڻ = ڀمڀل جي ذات.

پڇي رات = اڌ رات بعد. پوئين رات جا ٽريل ٿي رهي. ان وقت هڪ ته چپ چاپ هوندي آهي ٻيو ته ڀرين پهر ڪان وڏيڪ ٽريل ۽ مانيٺي هوندي آهي.

پان = هي پنڌ مان بگڙيل ٿوط نظر اچي ٿو جنهن جي معنيٰ آهي ڪيڏاري - هت ڦڪير.

پوتار، پتار = (پر- تار) ان داتا - مالڪ.

نوٽ - ڪن جو قياس آهي ته اهو لفظ آهي (پون - تار) ڌرتي تي تارڻ تڳائيندڙ.

ڪنبو = اصل تنبڪ لفظ آهي جنهن کي ڪشڪل



جن مان يڪتارا ۽ ستار جهڙا ساز ٺهندا آهن.

لاڳ = عيوضو - حق داري.

ڪشتو = ڪشڪول - فقيرن جي پڙط جو ٿنبو. هي دريائي ناريل مان ٺهندو آهي.

ڪاڻ ڪڍڻ، قبول ۾ = ڏاڍي جي ناليءَ سر وڏي ڏي ته ڏاڍي جي در قبول پوين.

ڪامل = ڪمايت کي پهتل - مهاتما.

سٽن = سوال - آواز.

سائل = سوال ڪندڙ.

مهمان = (مهه = وڏو، مان = وانگر) وڏي وانگر عزت وارو - دعوتي.

گيان = تلقين - ڏاڍي جي راه جي سمجهه.

جاجڪ = راڳيندڙ فقير. [اصل لفظ جاچڪ آهي]

زودن سندي رڙ = زهن جي ساز [سرندي] جو آواز.

ڙڙ = مات - چپ.

لڱ = خبر.

گوش = ڪن.

ڏوليون موتين مهاري = موتين سان جڙيل پڙهان وارا مافا. پالڪيون.

پڪڙي = (پڪ) پَڪڙي. چڪر. ڍڪ. سرڪ.
ماڦا = ڏوليون. پالڪيون.
موتين = موتين سان جڙيل.
جڙاءُ جواهري = جواهرن سان جڙيل.
چاشنيون = مصري جي چاشن ۾ پڪل چانورن
جو زردو پلاءُ. هن کي زردو بريڪري
ڪوٺيندا آهن.
حلال = [حل = آسان] آسان ٿيل چيز - موڪل
مليل چيز - يعني جنهن جي واپرائڻ جي
اجازت هجي.
حرام = [حرم = منع] منع ٿيل چيز يعني جنهن جي
واپرائڻ جي منع هجي.
سهيل = (وات) متي جهجها - گهڻا.
موري = ڪاٺي - ڪپي.
وطائي = جنهن کي هنر عطا ٿيل هجي - جنهن کي
قدرتي فن مليل هجي - فقير.
مهمير = [مهه = وڏو، مير = شاهه] شاهنشاهه - مهاراجا.

ڪافي



ڪسب = ڌنڌو - پيشو.
ڪسبن ڪٿي = ڌنڌا ڏيندي.

نوٽ - سرمست ٿو چوي ته ٿون هردم عشق جي درياهه ۾ غرق رهه ۽ ان جي بدنامي ڪمان ڪين ڊڄ. باقي اهي ماڻهون جيڪي عمل ۽ سڌيون ڪري يا ڪشف ڪرامتون يا پيشه پرا ڌ نڀائڻ سي ڪسب ۽ ڌنڌا ڏوٽا اٿن. انهن سان ٿڪي جو ديدار نه ٿو ملي،

وڏون = وچ.
حجاب = پردو.
ورهين = [ورهه - فراق - عشق] ورهه ڪان.
خمار = [خمر = شراب] نشو.
سردار = [سر = مٿا، دار = ڦاهي] ڦاهي جي مٿان.

## خيال ڏهون

(روجهن سان رهاڻ)

سر پهاڙي

روجهه = هڪ قسم جي ڳاڙهي شڪل پهاڙي جانور آهي سنڌس رنگ گهڻو ڪري ميٽالو ڪارو ٿئي ٿو. ڪا ڪا روجهه پٽاپٽي ٻسر ٿيندي آهي برسات جي پاڻيءَ تي سنڌس گذر آهي. اها سنڌس لڳ جي بہ موسوم آهي. رياست خيرپور جي اوڀر وارن پٽن ۽ پهاڙن ۾ روجهه جهجهي ليکي ٿي. فقير صاحب بہ شايد انهيءَ طرف ٽالپرن سان يا پنهنجي سر خود سير سپاٽا ڪندي انهيءَ عجيب جانور کي ڏسي ان جي نسبت فيلسوفيانہ ۽ فقيرانہ خيال شعر ۾ ظاهر ڪيا آهن.

ضروري

- ... از طمع آزمائي سرمست کان



سواءِ ساري سنڌ ۽ هندستان جي ٻئي ڪنهن شاعر ڪانہ ڪئي آهي.

رهاڻ = ريجهہ - ورونہ.

پهاڙي = [پهاڙ - جبل] راڳڙي جو ناءُ، جا گهڻو ڪري پهاڙي ماڻهو ڳائيندا آهن.

[ڏسو صفحہ ١٣٢]

پلر = برسات جو پاڻي.

واحد = [هڪڙو ڪو] خدا.

وس = ١. مينهن جو وسڪارو ٢. وسڻون سبزي وغيره آبادي جا مينهن جي وسڻ بعد ضروري آهي.

لس = تکيون - هڪ ڪري - ساهہ پٽڻ ڏاران.

ريجاڻن = [رجڻ] ريج ٿيل زمين تي يعني جن زمينن کي مينهن جي پاڻي چڱي طرح رجائي ڇڏيو هجي - ڳهميل - رسيل.

نوٽ - مينهن جي ريج اچڻ بعد انهن زمينن ۾ قسمين قسمين گاهہ پيدا ٿين ٿا جي روجهن جي خوراڪ آهن.

باران = مينهن

ترايون = [ترڙ - ترو] ڀاڙن جي وچ ۾ هيٺايون زمينون جن ۾ مينهن جو پاڻي اچي گڏ ٿئي. قدرتي تلاءُ.

تل = تڙ- جتان ماڻهو پاڻي ڀرين ۽ جانور اچي پاڻي پيئن.

گوارو = گاهه جو قسم. انهيءَ گاهه کي گوارو ۽ گوار ٻر سڏيندا آهن.

کس = ڀيچرن.

نوٽ - انهيءَ گوارڙي گاهه تي جهڪ رات جو ماڪ (ماڪ) پيل هوندي آهي سا اهي رڍون گهڻي چاهه مان چٽينديون آهن.

اسات، اوسات = پاڻي جي ڇڪ- پياس. سخت اُڃ.

ڏولا = (اصل لفظ دولا آهي) رولا- تڪليفون.

پيچ = ڏڪ- نيڪي- جام- جهجهو.

رڄ = گهڻو.

رعد = بادلن جي گجگوڙ جو آواز.

نوٽ - رعد مينهن جي مٿان انتظام رکندڙ فرشتي ... جو نالو آهي جنهن کي قزح به ڪري سڏيندا



آهن انهيءَ جو نشان آهي "قوس قزح" جنهن کي اندلٺ سڏيو آهي. شايد هندي ۾ انهيءَ فرشتي [ديوتا] کي مينگهه ڪونين ٿا.

ٿهي ڏنئون ٿاٽ = ڏاهه ڪائي ڦڪيون.

ٿهي = چرڪي.

ڀاٽ = پاڻي سان ڀريل ڀاڙي ويرا.

هياج = خوشي - سک.

رڍيج = [رڍج] پاڻي سان رڄيل زمين.

پانڌ وڙين = پنڌ ڪندڙ.

پياڪرڻ = [ڀيڙ] ڀي ڏڪ ڪرڻ.

اوسر = اميرن جي شڪار جو ڍڪ نمونو ڏيندو آهي. جو اوسر ڪٽڻ وقت شڪار گاهه کي چئگرد ماڻهن جو حلقو ڏيارين دا آهن ۽ هڪ لنگهه وٽ ڄاڙ بند وقن سان لڪي ويهندا آهن. اُ ٻي ماڻهو چوڌاري وڏي شور ۽ ڙ مچائيندا آهن. انهن جي آواز تي شڪار گاهه جا جانور ٿهي ٿاٽ ڏيندا آهن يعني چرڪي وڃي هيڏانهن هوڏانهن ڀڄندا آهن. چوطرف ته هوندا اڏن ماڻهو، سو منهن ڪندا آهن انهيءَ خالي لنگهه ڏانهن، جتان لنگهيندي شڪاري جي

بعد وقت جو نشانو ڏيندا ويندا آهن.

اولو = خس جي ڪتيءَ جي ڇتو ديواري، جا کهٽو ڪري شڪار ڪاهڻ ۽ اوٺاري جو امير ماڻهو ٺهرائيندا آهن. انهيءَ تي پاڻي ۽ گهوڙا سان ڇڻني طرفن کان هوا لڳڻ ڪري ٿڌي ٿي ايندي آهي. اهي ڪاڻيرن ۽ ڏاڍن جون ٻه ڏاهي ڪيندا آهن. اصل معنيٰ اولي جي آهي اوٽ پناهه.

ريجڪ رسيلا = [رجهڻ] ريج سان رسيل زمينون

سايو = ڇانءُ - ڇپر.

ستار = [ستر = ڍڪڻ] ڍڪيندڙ - خدا.

سارنگ لڏن سار = مينهن وسي پيا.

ڏاتر = [داتر] داتا. ڏيندڙ - رازق.

مولا = [جمع - موالي] مالڪ.

کنوڻين ڪئي ڪيڪار = کنوڻيون کنويون.

ٿيلن = وٿاڻن - ڌڻن. ٿاڪن.

پهس = ويسلو - اوچتو.

وسي وس = مينهن وسڻ جا وسڪارا ڪري واهه جو وسڻون ڪري وڌي.

ڏانکيون = سوڙهيون - تنگ.

ت... = ... وا... هيٺائيون.



تلهار = پاڻي جي بيهڪ جا کهيرا.

اوراڻن = اوراڻن - پتڪن - پار ڪيڻ.

لاهر = ڏڪر جون لاهيون.

ڏار = پرپور - تمتار.

ٿاڪ = جاءِ - جوءِ - آرام گاهه.

دس = ڏس - طرف - ديس.

اڪ = جبلن جا اڀا ۽ سنها پيچرا.

لوڇون = تڪليفون - ڏاکڙا.

جرين = (جر = پاڻي) پاڻي خاطر.

ڏات = (دات) دان - فيض - بخشش.

ڏر = (ڏل) برپٽ - خشڪ مٿاهين زمين ۲ کير جي مٿان گهاٽي جميل چيز.

ڦٽيون = ڦٽيل - زخمي.

ڦوڙيون = [ڦوڙڻ = ڇوڙڻ] وڇڙيل - جدا ٿيل.

اولانگي اوسر = [اولانگڻ = لنگهي وڃڻ] اوسر جي لنگهي وڃڻ بعد.

پاندهه = پاسي ۾ - جهوليءَ ۾.

سر = خوش.

ڏولي = لنگهائي - گذاري. ڪاٽي.

ڏول = ڏولاوا - ڏکر.

آسروند = [آس = اميد] اميدوار.
راڍيون = سهڻيون. نازڪ.
ماڙيءَ = وطن. ديس.
اڏيس = ١. اداس. ٢. پرديس.
ڀيون = [ڀئِ = مٽي] زمينون.
پيچ = قيد. اصل سنسڪرت لفظ پيد آهي.
ڏوواري .... گلن تي = ڏهه ڪري هوريان
هوريان گاهن ۽ گلن تان ٻٽ تي موٽيون.
ڏنگ ڪري = [ڪنوڙيءَ] ميلاپ ڪري. گڏ جي.
ٻري آيون = هلي آيون - پنڌ ڪري آيون.
پڙي تي = پيڙ جي جاءِ - ڦڙ، جتي جانورن جي
پاڙي پيڙ جو خاص گهير ٿيندو آهي.
سٽيون، ساوڙيون = گاهن جا قسم.
چاڪ = چڱي ڀلي - خوش -

نوٽ - اهو اصل لفظ "چاق" آهي جو ترڪي ٻولي جو لفظ آهي. ڪاف نديءَ مان چاڪ جي معنيٰ آهي "چڱو" تهن ڪري اهو غلط العام صحيح ۾



* ڀل ڀري = خوش ٿي ڦري.
ڀل ڀري = ڀلي ترڪي ڦري.
ساون = ساوا گاهه.
زوهن = (روهه = پٿر) ٽڪر.
ڏولايون = (دولا = ڍڪ) ڏولاون ۾ آيل. ڏاڪڻن
م ڀيل.
سکديس = سک وارو وطن يعني سرسبز ملڪ.
هنيون لاهي .... چتاءِ = روجهن وطن کي چت
۾ رکي (خيال ۾ ويهجائي) ڏاڍيون دلگير ٿي
روانيون ٿيون.
پاءِ = پاڙون - جهولون - هيٺانيون.
واري .... وساءِ = وري مينهن وسائي وسڻ ڪري.
ڦٽيون = ڦٽيل - زخمي.
ڦٽيون = ڪپهه جي ٻوڪر (روجهن جي خاص خوراڪ آهن)
قسمت قيد الماءِ = ڏاڍي پاڻي جي چڪ.

* فقير بخت علي، نانڪ يوسف جي گاديسر جي ڪاغذن ۾ ڀيل لفظ لکيل آهي. جانور جڏهن ڪهن ٻڌي جو گاهه ڪانو کائي چت ڪندا آهن تڏهن ان کي ڀيلڻ [ڀيل] سڏبو آهي.

ولهن = اڪيلن. نڌڪن.

سانگهه = واهڙ. وڏن واهن مان قدرتي طرح ڦٽي نڪتل ڦاٽ. اهي سانگهه هڙ اڏو ڪوٽيل ڪين آهن بلڪ وڏن واهن يا دريائن مان ڦٽي لهوارا ٿي نڪرندا آهن. اهي رياست خيرپور جي اوڀر وارن پٽن ۾ گهڻا آهن، جي ٺاري تعلقي ۾ اوڀرندي ٺاري مان نڪتل آهن.

سانگهن مٿي سرڙا = انهن سانگهن [واهڙن] جي مٿان جي سرن جا ٻوڙا هوندا آهن سي ٽيون چرن.

ٻيلي = جهنگل ۾.

ٻوجهه = سمجهه.

## ڪافي

ائٽ = پاڻي جو نار.

ٻڪا = اڇا.

ڳاڏي = ائٽ جو اهو ڪهو تختو جنهن تي ويهي ڏاند هڪلبا آهن.

پاروٽي = جنهن تي ائٽ يا کوهه جي چڪرواري



لٺ رکي آهي جا ٻهرين اُڀي چڪر هيٺان پوري آهي. چڪر وارو مهرو انهيءَ تي ٻيٺل هوندو آهي.

چڪريون = ائٽ کي گول ۽ وڏيون چڪريون ٽينديون آهن جن کي "ترم" سڏبو آهي، اهي ٻٽي کوهه ڪان ٻاهر بيٺل آهن ۽ هڪ زمين ۾ اندر ٿوري ٿي ۽ ٻي اڀي مهري سان هوندي آهي ۽ جنهن تي ڳاڏي پيل آهي. انهن چڪرن تي کوهه ڳڙي ٿو.

آر = (آڙا) چڪرين ۾ پيل پسرا جن جي زور تي چڪريون ڦرن ٿيون.

لٺ = هڪ ٿلهي گول ڪاٺي جا زمين واري چڪر ۽ ڊينگي ۾ گنڊيل ٽينندي آهي اها زمين تي پيل هوندي آهي.

للڪار = آواز.

ڦڙهيون = ڊينگي جا پرا جي ونگڙين ۾ جڙيل آهن.

ونگڙيون = ڊينگي جي مٿين گولائي واري ڪاٺي جنهن ۾ ڦڙهيون جڙيل آهن.

اوٻارا = اهي لٺ جي کوهه واري پاڳي ۾ اڀا پيل هوندا آهن جي ڊينگي جي ڦڙهين کي جهل آهن.

ازڙيون = مالھ ۾ ڳتل ڪاٺيون.

ٻاٻھ = مالھ کي جھل واري ڪاٺي جنھن کي ڪاٺو ڪري ڪوٺيندا آھن.

جھلڙ = کوھ جي وڏي ڪاٺي جنھن تي ڏينگي واري لٺ جي پڇاڙي وجھي پوي ٿي. نيسر ۾ انھيءَ تي رکيل ھوندي آھي. کوھ ڏينگي جو سھورو بار ان تي آھي.

جھجھڪارڻ = جھونگارڻ - رينگٽ.

ڏڏڪار = آواز - لڙ.

ڏڏي = جنھن وقت ان جو سنگر اچا بند ھوندو آھي تھن وقت ان کي ڏڏو چوندا آھن.

چونڪ = جڏھن سنگھ چٽن پٽن ۾ ڪلندو آھي ۽ منجھاس ھو تسورو ظاھر ٿيندو آھي تڏھن ان کي چونڪ چوندا آھن.

نسري = اپري.

کيرو = ڪچوان. جنھن مان کير وھي.

پيھو = ڏگھي منجڙ جنھن تي ھاري چڙھي گليل سان پکي ھڪليندو آھي.

نيسر = (نيسارو) جنھن مان کوھ جو پاڻي وھي
... آھ اصل معنيٰ اٿس پولي



ڪاٺي. نيسر ۾ پاڻي پرچ مان ايندو آھي.

پرچ = کوھ جي مٿان ٺھيل ھوندو آھي جنھن ۾ پريل لوٽيون اول پونديون آھن جتان پاڻي وھي وچي نيسر ۾ پوندو آھي.

ڪلتار = ڏاڏي - رازق.

نوٽ

انھيءَ ڪافي ۾ فقير صاحب امت ھن انساني وجود (سرير) کي ٻڌو آھي ۽ انھيءَ جا جدا پاڻا مثل ڳاڏي، پاروٽي - چرخون وغيره ان ۾ آندا اٿس سي مٿس جا عضوا ثابت ڪيا اٿس، مثلاً ھٿ اکيون، نڪ ڏند، زبان، چپ، ٽنگون وغيره. انھن عضون جي وري دم (سوانس) جي ڪم سان ھڪ عجيب پيرائي ۾ لازم ملزوم ھٿ ڏيکاري چڪو آھي.

# خيال يارهون

## ( *عمر مارئي )

---

### سر کنيات

کنيات = راڳڻي جو قسم. هندستان جي اولهه ۾ کنيات جي نار تي کنيات جو مشهور شهر آهي، جنهن جو نالو هن سر تي پيل ڏوڏ ساڃي. ان لاءِ وڌيڪ ڏسو [صفحه ١٥٣]

ڪماچ = کنيات جي سر کي ڪماچ به ڪري سڏيندا آهن ٢. ڪمانچ هڪ رباب جهڙو روڊن سان جڙيل ساز به ٿيندو آهي.

مارو = [مرو = خشڪ زمين = ٿر] ٿري ماڻهو. هتي معنيٰ اٿس مائٽ.

پهنوار = [پهو = ٻڪر] ٻڪرار. مالدار. مارو.

نوٽ ــ ٻڪري جي ڌوڳڻن کي به "پاهه" چوندا آهن.

وس = آبادي. وسون. بارش تي وسايل ملڪ.

---

* عمر مارئي جو واقع ١٣٥٥ کان ١٣٩٠ جي وچ ۾ عمر سومري جي حڪومت ۾ ٿيو آهي.



واهڻين = [واهڻ = ڳوٺ] ڳوٺاڻا. ٿري.

ملير = ٿر ۾ هڪ ڳوٺ آهي جتي مارئي رهندي هئي. هي عمرڪوٽ کان اٽڪل ٩٠ ميل ڪن پري آهي. ملير ٿر ملڪ جي وچولي واري واريا سي پاڳي ۾ آهي جهن کي ڏيت ڪري سڏيندا آهن.

پانور = [پاٿر] ٿر جي ڏاکڻي پاڳي کي پاٿر ڪري سڏيندا آهن.

ڪاڙ = ٿر جي اتر واري پاڳي کي ڪوٺيندا آهن.

پالڻي = مارئي جي پيءُ [پنهوا] جو نالو. هي هڪ ٻڪرار ماڻهو هو. ملير ۾ رهندو هو.

ماڏوئي = مارئي جي ماءُ. ماڏوئي اصل عمرڪوٽ جي هوئي. عمر سومري جي دائي هوئي. هن کي پالڻي پهنوار عمرڪوٽ کان پرڻائي آيو هو. اهوئي سبب آهي جو عمر کي مارئي جو ڪير پائي ڪونيو وجي ٿيو. جڏهن کهڙي ڪشاڪش بعد عمر کي اها پڪ پئي ۽ يقين ٿيس تڏهن مارئي تي رئو وجهي پيڙ ڪري ملير موڪليو اٿس.

ڦوڳه = مارئي جو عاشق. هي مارئي جي پيءُ

پالڻي پهنوار سان ڳڻ ڳيتي ڪندو هو. پر
جڏهن مارئي جو سڱ نه مليس تڏهن نراس
ٿي ويو. عمر کي چورايائين ته مارئي کي
ڪوٽ تان زوري کڻايائين.

ترپچا = ٽر وارا. ويڄهن جڙين وارا. ديسي ويڙهيچا.

اڪند = سِڪ.

سنگهار = (سنگهه = ڏڻ) ڌنار. سانگي ماڻهو.

آجڙي = (آجڙ = ڌڪر) ڌڪار. پهنوار. پاڳيا.

ويڙهيچا = ويڙهي وارا. پاڙي وارا. ٽرپچا. مارو.

سور = [سول = سڙيل] ڏک. تڪليف.

نوٽ - سولي لفظ ۾ سول مان نڪتل آهي جو
ان ۾ تيز سوئا ۽ سيخون تعبيل هونديون هيون. سولي
جي سزا ايران ۽ عراق طرف ڏني ويندي هئي (جهڙيءَ منصور
۾ ٻين کي). ڪري هي لفظ فارسي آهي.

تيلهان = تنهن ڪري.

سانگ = (اصل لفظ سوانگ آهي) حيلو - ڍول
سبب - سانگو.

ـــ ڪ جي سانگي



اهي سانگي ماڻهو مليرجا، مليرو ڇڏي
نڪري ويا آهن.

لاکيڻي = ١. لک لهندڙ ٢. ڳاڙهي رنگ واري
(لاکه = ڳاڙهي جوءِ جنهن ۾ ڪپڙا رنگبا آهن)

خابرو = خبر رکندڙ.

پانڌڻي = پنڌ ڪندڙ - قاصد.

پن = پناه - پت - شرم.

هيڄون = هيڄ مان - خوشي مان.

ٿر = [ٿل = زمين] هن زمين - هن ملڪ.
[ٿر جا ٣ پاڙا آهن. ١. پارڪر ٢. ساڪر ٣. ڍٽ].

جر = [جل] پاڻي.

اين اتياؤن.... ناهه ڪو = اين چياؤن ته
هاڻي هن طرف اسان کي عمر جو ڪو
خوف خطرو ڪونهي. ڇاڪاڻ ته مارئي جي
بند ڪرڻ بعد هي غريب ٿري ماڻهو ڪاهونس
ڏاڍو ڏڪندا رهندا هوا.

ڍٽ = ٿر ملڪ جو وچولو واريءَ سو پاڳو.
[ملير ۽ عمرڪوٽ ڍٽ ۾ اچي وڃن ٿا]

سومرا = اهو لفظ اصل سامره آهي. سامره
عراق جي طرف هڪ ملڪ آهي. جتان

سومرن جو بنياد نڪري ٿو. اهو لفظ پڻ سامره مان بگڙي سومرا ٿي پيو. سومرن سنڌ تي ٣٠٠ ورهه حڪومت ڪئي آهي- عمر به انهن سومرن جي بنياد مان هو. هن ١٣٥٥ کان ١٣٩٠ تائين راڄ ڪيو. سندس گادي جو هنڌ عمرڪوٽ هو. سومرن جي ذات سنڌ ۾ اڃا جهجهي آهي. سنڌ جي حڪومت هٿان وڃائڻ بعد انهيءَ قوم رنگريزيءَ، ڇر ۽ ڪتڪو ڪم اختيار ڪيو، جنهن ڪري اڄ ڪلهه سومري جي معنيٰ ڪتي جاتي وڃي ٿي. جهڙي طرح مغلن جي بادشاهي ۾ انقلاب اچڻ بعد پاڻ کي پوءِ کان مخفي رکڻ واسطي گهڻن مغلن دارونگريءَ جو ڪم اختيار ڪري پاڻ کي دارونگر ڪري ڪوٺيو. اهو دارونگري جو ڪم مغل گهڻو ڪري پنهنجي خاندان کان سواءِ ٻي کي ڪونه سيکاريندا هوا جو بادشاهي وڃائڻ بعد به ڪين ڪم ۾ آيو.

معذور = [عذر] عذر واري- مسڪين- نذر- لاچار.

ڄيرُ = [ڳُڙهڻ = اورڻ] اوريو.



وسعو = (ڄمڻ = اڀرڻ) هت جماعت- ٽولي.

عمر اباڻون = اباڻڪي حياتي. عمر اباڻڪي.

وڇٽ = وڇوڙي- وڇوڙو.

اوڏڙا = (اوڏو = ويجهو) ويجهڙا.

ڏوڻي = (ڏٽ = سادو ڪاڏو) ڏٽ تي گذاريندڙ مارو ماڻهو- ڏريچا.

ڏوڪ = طرحين طرحين ڪاڄ- سامان- ڇيزون

ساڳ = اصلوڪي پراڪرت واري سنڌي ۾ "شاڪ" لفظ آهي جنهن مان بگڙي ساڳ ٿيو آهي.

ڦڙه = پٽن تي مرت هو ٻوٽو ٿيندو آهي. ڦڙه ان جو ڦر آهي جو سرنهه جي داڻن وانگر ٿيندو آهي.

ٿانهر = ٿانيڪا- آرامي-

لوه = وطن- ملڪ- جوءِ- لوڪ.

آجڙي = (آجڙو = ڌڪر) ڌڪرار- مالدار.

مونهون = مون کان.

ساڻيه = وطن- ديس.

وس = وس کان- طاقت آهر- جيترو ٿي سگهي ٢. وسڻ- آبادي.

سرها = خوشبودار.

هيڪند = ميلاپ جا.

ڦهون = (ڦهو = ڦڪري) ڦڪريون.

آنهه = آڏر. پاڻي جو تڙ.

جهانگي = جهنگ جا رهاڪو. مارو. ٿري ماڻهو.

آريون = (آر - ڏوهو - ماڻهو) ناز. ماڻا.

حوضين = (حوض = تلاءُ) تلائن تي. آڏرن تي.

ڪلميون = (ڪل) پکالون.

پرڏيهه = ٻي جاءِ. پرديس. پرڏيهه.

ريجاڻن = [رڄڻ] ريج ٿيل زمين - سرسبز ملڪ. پاڻي سان رسيل آباد ٿيل.

ڏر = [ڏل] خشڪ زمين. مٽا ڏين زمين ٢. ڪير جي مٽان جميل چيز کي به ڏر چوندا آهن.

عتاب = ڏوراپو.

فراق = (فرق = وڇوٽي) وڇوڙو. جدائي.

ڪڇ هنئين ڳري پيا = دل جا ڏڪر ڳري پيا.

ڪاڏون = ڪهڙو وقت.

ٿتان = گذريل زمانو، روحن وارو وقت.

هت = هلندڙ وقت، هي سنسار.

جڏهن .... واڏاءَ = مونکي جهڙي زهر نڻي ڏناءُ، جو اڄ ڏهڻ ڏکڻ کان ڏسي ڇتي



پوان ها.

نرجائي = [نر = نه، لڄائي = شرمائي] بي حيائي.

پاجائي = [پاءُ - لڄائي = لڄا = شرم] پاءُ جو شرم يعني ننگ - وني.

سبيل = راهه. واٽ - جهجهو.

پهي = قاصد - پانڌي.

جهل = پر - وٽ - ڪنارو - اوٽ.

وجهلان = واجهايان.

ڪر = ڪل - خبر.

ڳرط = ويچار. ڳالهه.

ڪهڙ ... وسري = ڪا تہ ڳالهه آهي جو مان اباڻن کان وسري وئي آهيان - مارئي هتي پنهنجن اباڻن تي به عتاب نہ ٿي آڻي. جي اهي بي ڏوهي آهن يا شايد اُهي پنهنجو ديس ڇڏي ڪهڙ سانگي پرديس هليا ويا آهن يا تہ عمر جو خوف اٿن. نہ تہ مهنجا اباڻا اهڙا ڪين آهن جو مونکي وساري ويهي رهن.

نوٽ - هن شاعرن گهڻو ڪري مارئي جي طرفان

مارن کي وساري ويهڻ جا عذاب ۽ ڏورايا ڏنا آهن
پر سچل سرمست انهيءَ جي ابتڙ مارن جو اهو ميڙ
ڪونه ڏيکاريو آهي جا ڪاڻ ته جهن جي پيڪن سان
اڏي پريت سا ڪيئن ۽ ٿي اباڻن ٿي عذاب ڏي.
هت هي اشارو ڏاڍي طرف آهي.

آسرولد = آس واري. اميدوار.
ڪيتن = ١. ڪيت سان - ٢. ڀوڪر.
[ڪهڙ ٻاري جي ڀڙس جو نالو هو.]
سانگه = [اصل لفظ سنگ آهي] سهڻگ. سانگو. آسرو
سانگه جهن کي سنسڪرت ۾ سوانگه سڏين
ٿا ان جي معنيٰ آهي - ڍول - سبب.
جڏ = جڏهن.
سانگهون .... تهنجو = اي عمر مهنجن مارن کي
اچا تاءُ تهنجو خوف آهي.
جيڪس = شايد.
جه = جڏهن.
ريگستانن = [ريگ = واري] واريءَ ملڪ جا ماڻهو.
نوٽ - شايد انهن لاڙيچن جي پهچي ڪين هيس.
پاهت = همدردي - همدردي سان پيش ڪيل
چيز - جهڙي طرح شاهي مرادي تي ويچها
... ... ... ... اڳيان، همدردي جي خيال



سان رپيو رکندا آهن. انهيءَ کي پاهت
سڏبو آهي.
لاڏو = ننڍي لٺي جي پوٺي وانگر ٿيندو آهي.
قد ۾ ماڙس جيڏو ٿئي ٿو هو ويهن پنجويهن
فوٽن ۾ چوکرد چڪو هڻي ٿو. هن کي سانڍي
منجهانس ڪار ڏيهيندا آهن هن کي لاوڻ
۽ لاڏي به سڏيندا آهن.
مارن.... ڪيو = شايد مارو مونکي مٿل سمجهي ويٺا.
اوڏائتا = [اوڏو = ويجهو] ويجهڙا.
آجڙي = [آجڙ = ڌڪر] ڌڪار - مالدار.
قورما = پڪل گوشت جو قسم، جو پلاءَ سان به
کڏبو آهي.
منجر = [منڊر] ڪنڊيءَ جون سگريون.
پڙ جهڙ اهو جهاپڙ = پڙ مونکان لسي ۽ ڏڏ ڪونه
وسريو آهي.
چڻ = [چڻڻ] چڻي - چڳل.
چڻ = آجهاپو - ڪجهه چيٽ
تهاران = [تهه = تڪر] ليڙون - تڪر تڪر
ٻڙ هيندياس = اوريندس
هت سورن .... ڏکيو = مونکي هت سور ساه کٽڻ

نتا ڏين هوڏانهن وري ڏوٽن جا ڏوراپا
اڇهه ته اتي عيشن ۽ آرامن ۾ رهي تو
اسان کي وساري ڇڏيو.

نوٽ - روحن ۽ رب جي وچ ۾ جو "الست بربکم قالو بلیٰ" وارو واعدو ٿيل آهي، هي انهي طرف اشارو ڏنل آهي. (ڏسو صفحه ) هي روح جڏهن هيٺ انسان جي سرير ۾ اچي سنسار جي سير سپاٽي ۾ محو رهي پنهنجي رب کي وساري ٿو ڇڏي تڏهن ڏاڍي جي طرفان کيس اهو ڏوراهو ٿو اچي جيئن ماروئڙي کي مارن جي طرفان.

لاسي ۽ لاڙن... جون = لاسي ۽ لاڙن جي ڪاهن ۾ جهانگين جون جهوپڙيون هيون.
پيهون = ١. لانڍيون ٢. ڏٿ جو قسم.
سٿي = سٿيل - پرڀل. ڪنهن هنڌ رکيل.
ٺرو ٻوڙائي = شرم لاهي - شان کي ڌڪو ڏئي.
پڪا ڏئنرا = ڪرڙ جو ڳاڙهو ڦل جو ڇڏي جيڏو ڳول ٿئي ٿو. ڪچن کي ڏئنرا چوندا آهن.
پيرون = ڪرڙ جو ڦل.
حمير = (ڏسو مومل راڻو)



ٿورياڻي = [بالشاهي] ڪمذات - ليچ.

نوٽ - ٿوري اهي بالشاهي آهن جي مئل جانور جو گوشت کائيندا آهن انهن ۾ ڪذات پڻ آهي

ڪٺين = وٽ.
جماندر = جمار - عمر - حياتي.
وار = ڏرو.
نت نت = هر هر.
مدعائون = مطلب.
قيد الماء = داڻي پاڻي جي بندش - يعني جتي داڻو پاڻي لکيل آهي اوڏانهن قسمت ڪڍي وڃي ٿي.
قيد الماء اشد من قيد الحديد = داڻي پاڻي [قسمت] جو قيد - هن قيد کان وڏيڪ آهي.
ڳاڏيليون = پيچرو - چارو - مال جو گس.
قيل قال = گفتگو - ڳالهه ٻول.
قيل = چيو ويو [هي عربي ۾ ماضي مجهول جو صيغو آهي]
قال = هن چيو [هي عربي ۾ ماضي معروف جو صيغو آهي]
ٻهي = قاصد - خبر آڻيندڙ.

ڳوٺ ڳهي = ڳوٺ کان هڪلي آيل. ڳوٺ جو ماڻهو [ڳهي ويو = هڪلي ويو]

ڄڄهو .... ڏهي = روزمره مهنجن مارن کي ڏٿ [ڪا ٻيرون وغيره سادا کاڌا] ۽ ڏڏڏهيون کٿا ڻيا.

وڏئي مهل = صبح جو ساجهري - پرڀات جو.

مهي = کهاٽو ڏڌ، جهن مان مکڻ نڪتل نه هجي.

ڪوڏ = خوشي مان (ڪوڏڻ = خوشي ڪرڻ خوشي مان ٽپڻ ٽيڻ)

اولاڪ = تڪليفون - انتظار.

ڪيهج = روشنايون. خوشيون

ڪنوڻن ڪيا ڪيهج = ڪنوڻيون ڪنويون.

نرتون = (نرتي = خوشي) خوشي مان ٢. نرت = اکر

مانگاڻو = هي هڪ ٽري ٻوٽو آهي جو ڏڏ ۾ گرانٽ جيڏو ٿئي ٿو. منجهس جيڪي داڻا ٿين ٿا سي ٽري مساڻهو پنهي مالي پچائي کائيندا آهن يا ڀت رنڌي کائيندا آهن.

چانگن سان .... چيهج = مهنجا مارو ڏڻن کي ٻاهر چيڙي ڪيڏي پوءِ پڻن جي پر بيٺا نا چ ؟ خوشيون ڪن.



چيهج = ناچ - خوشيون.

چانگر = ڏڻ.

هيهج = خوشي.

پنڻي = [پڻڻ = پسڻ] پسيل.

پيهج = [پيڻ] آلو ٿيڻ.

پنڻي پيهج = مينهن وسندي.

پني رات = ٽريل رات جا ڏرات بعد ليکهي آهي.

کنيون = مينهن بعد هڪ سفيد قسم جون نرم اڀتيون زمين مان ڦٽي نڪرنديون آهن جي ڀاجي وانگر پچائي کائيندا آهن اهو کاڄ بہ ڏٿ ۾ داخل آهي.

ماکڻ = هڪ نرم گاهه جو قسم.

کيٽ = مارئي جو مڙس.

جهجهان = [جهجهان] ڳران.

تنوارن = آواز ڪن.

سالو = سنهو ريشمي ڪپڙو.

چاين وارو = نياڻن وارو. اولاه وارو

ڪافي

اجڙوار = ٻڪرار - مارو. [اجڙ = ٻڪر]

مونهين = مون تي.

جهالاڙ = چپر - جهلا - سايا.

گوندر = غم.

گوش = ڪن.

گنگا = هندستان ۾ هڪ ندي آهي جا هماليه جبل مان نڪري بنگالي جي اپسمنڊ ۾ پوي ٿي. هندن جي شاسترن موجب اها ندي ڏاڍي طرح شومهراج جي جٽائن مان نڪتل آهي تنهن ڪري گنگا جل کي هو مقدس ڄاڻي ۽ پوڄا ڪري ڇاڻندا آهن. جنهن جو شنان ڪين پاپن ـــ ن پاڪ ڪري ٿو.

نوٽ - هت اهو اشارو هن دم جي لهر طرف ڏنل آهي جا انسان جي وجود ۾ اچي وڃي ٿي جنهن جي آمدرفت پڻ هن وجود کي پاڪ ۽ صاف رکي ٿي. جمنا ندي جا پڻ گنگا ندي مان هت آهي. ان جي پاڪائي ۾ به هندن جو ساڳيو وشواس ۽ يقين آهي. جمنا ۽ گنگا جمنا الهآباد جي دواب وٽ ملي هڪ ٿي هلن ٿيون اهڙي طرح نڪ جون ٻئي ناسون مٿي ملي هڪ ٿي دلين ٿيون جن مان دم اچي وڃي ٿو جنهن کي سچل سرمست ٿو چوي.

"بندرابن ۾ بيڪ مري
رمز سچل ڏي الف اوڙڙي
گنگا جمنا وچ سدان
نانڪ لڇمڻ مرا نام ۔

## خيال ٻارهون

### (سر جوڳي)

---

جوڳين جو جهسار

جوڳي = راڳڙي جو قسم. (ڏسو صفحه ١٧٨) اصل لفظ يوڳ آهي (يوگه = لائق) ٢. اتفاق ٣. اتحاد ٤. ميلاپ.

ڪن ڪٽ = ڪن ڦاڙ فقير.

ڪاپڙي = هي هڪ ڪپڙو پوش سيلاني فقيرن جو بيکه آهي جن کي هڪ ڳچي سوٽي هٿ ۾ هميشه رهندي آهي.

مشر = مشهور مان ٿڪي مشر ٿيو آهي.

آڌوتي = [ادهوت = دنيا کان ٻاهر] هندو فقيرن جو بيکه آهي. هي هميشه جهلن جي غارن ۽ غفائن ۾ رهندا آهن. هي ننگا رهندا آهن.

جوڳي = [اصل يوگيه لفظ آهي] لائق ٢. فقيرن جو هڪ مشهور بيکه آهي.

تي به رکجي ته نراڙ امي ۽ قائم بيٺو ھجي (جھن کي قائم النار چون ٿا) ته اھو اڪسير آھي يعني جھن ڌاتو تي وجھبو ته ان کي ان جي خاصيت موافق يا سون ڪندو يا چاندي.

سھاڳو = انھن ڌاتن کي رجائڻ جي ڪم ايندو آھي سونارا به گھڻو ڪمائيندا آھن. مرداڪ، به انھيءَ ڪم جي چيز چون ٿا.

واللہ عالم بصواب
(ڏٺيءَ کي سچي سڌ)

لات منات = ھي ٻه وڏا بت ھوا جي محمود غزنوي سومنات جي مندر مان وجھي ڀڳا ھواھ.

لات = آواز - آلاپ.

مرجات = رواج - رسمون.

پوجات = سڌ سماءُ.

پوڄاري پربند جا .... وغيره - انھيءَ ساري بيت جي معني تواريخي نظر تي اچي. چوڻ ھو اچي ٿو ته سومنات مندر ۾ جيڪي لات منات ٻه وڏا بت ھوا سي مندر جي ڇت کھن ۾ آڌار، اچھي ۽ جھل ڌاران بيٺل ھواھ.



جڏھن محمود غزنوي مندر ھٿ ڪيو ٿڏھن اتان جي ڏڪڙي پوڄاري کيس سڌ ڏني تہ ھن مندر جي ڀتين واري ڪوٺي جي چئني پاسن ۾ چار چقمق جا وڏا پٿر پوريل آھن. اھڙي طرح انھن جي ھيٺيان مٿان ڇت ۽ ڌرتي ۾ به آھن. انھن چقمق پٿرن جي ڪشش سبب اھي بت ظاھر ۾ بي جھل بيٺا آھن ۽ انھن ۾ امل مالڪ ۽ اڻڳڻيا جواھر اٿي. محمود ڄڻ ڪوٺي جي ديوارن جي ڦرائڻ جو حڪم ڏنو. ديوارن جو ڪرڻ ۽ بتن جو زمين تي زڪو ڪرڻ. بت ڀڄي پيا. جن مان سچ پچ جھجھا جواھرات محمود کي ھٿ لڳا. ھتي فقير صاحب ھن پنھنجي سر جي انھيءَ مندر سان پيٽ ڏيندي ٿو چوي ته تون به اھي چارئي عناصر ٽوڙ ته تنھنجو بوتو به ڀڄي ۽ منجھانس اڪل مال خزانا ظاھر ٿين يعني دلبر جو درشن ملندي.

رام = ١- ڏٺي.

رام = ٢- نالو ماڻھو جو، جو راجا دسرٿ جو

پٽ هو جنهن کي رامچندر سڏين ٿا.

رام = سڀ فرمانبردار.

راوڻ = هڪ مهاٻلي پنڊت هو. هو دکن ۾ سلون جو راجا هو. هن کي ڏهه سگهيون (طاقتون) هٿ ۾ هيون جن کي راوڻ جون ڏهه سسيون ڪري چوندا آهن. هو برهمڻ هو. رامچندر جي بنواس جي وقت سندس استري سيتا کي ڏوکو ڏئي ڪڍي ويو هو. جنهن کي هنومان جي مدد سان سري رامچندر ماري سيتا هٿ ڪئي.

ڪرشن = (ڪرسنا = ڪارو رنگ) شام رنگ ـــ هندستان جو مشهور هڪ عاشق مزاج اوتار. عربي ۾ ڪرسنا ڪاري رنگ کي چوندا آهن. مٿس جي ڪاري رنگ جا ٿين ٿا تن کي به ڪرسنا ڪري ڪوٺيندا آهن.

ڪنس = عربي ۾ ڪنش ڪيجي ۽ بغض رکندڙ کي چوندا آهن. ڪنس به هڪ بغضي راجا هو. جنهن جو سري ڪرشن مهراج سان سخت وير ۽ بغض هو. آخر هو مئو به ڪرشن مهراج هٿان آهي.

پرلاد = هي به هڪ خدا جو پيارو ڀڳت ٿي گذريو



آهي. جنهن جي برڪت سان هرناڪشپ هڪ سرڪش راجا ناس ٿيو آهي.

وير اوير = نيڪي بدي.

رام رحيم... وغيره = انهيءَ بيت ۾ سچل فقير هڪ عجب رنگ ڪڍي رچيو آهي. دنيا جي نيڪي بدي هڪ ڪري ثابت ڪئي اٿس ۽ اهڙن سببن سان جو ڪو به هيڪڙائيءَ جو مڃيندڙ انڪار ڪري نٿو سگهي. هو صاف صاف ٿو چوي ته جيڪڏهن خدا هڪڙو آهي ته پوءِ رامچندر ۽ راوڻ ۾ جدا جدا خدا هيو ڇا. اهڙي صورت ۾ ڪرشن ڪڏهن وري ڪنس کان ڇو ٿي ويرو رتو. ڪنس ۾ به ساڳيو خدا هيو جيڪو ڪرشن ۾ هو ۽ ساڳي طرح پرلاد ۽ هرناڪش، جو مثال ڏنو اٿس. فقير صاحب جو چوڻ آهي ته اهو وير ۽ ڪروڌ وغيره سڀ هن صفات يعني ان مٽي ڪوش ( Matter ) سان لاڳو آهي. ذاتي خيال موجب سڀ هڪ آهي. جهڙي نيڪي تهڙي بدي - جهڙي لعنت تهڙي رحمت ۽ پر فنا ۽ بقا واري منزل تي ته انهن جو به نالو نيشان ڪونهي.

## ڪافي

ماڙي = هت آسمان جي وجود طرف اشارو آهي- چوٿي (جنهن ۾ ڏهون دوار يا اخفا جو آسمان مڃيو ويو آهي).

جڳن = ڪوش.

جتن جو = جتن جي ذات جو - اوٺن جو.

صورتن = صورت ۾ - انسان جي شڪل ۾.

قريبن = (قرب = ويجهڙائي) ويجهن - پيارن.

نوٽ - "خلق الله آدم علیٰ صورته"
پيدا ڪيو مان آدم مٿي پنهنجي صورت جي.

انهن خمارن = (خمر = شراب) نشي جي نشن.

ولر = ميڙ.

وڙڪن = تنوارين - آواز ڪن.

ڦٽي ٿيا ن سي ڦارون = ڦار ڦار ٿي ويون- وچڙي ويون.

اندوه = ڏک.

ساروئي سر آهي = سارو انسان ڌڻي جو ڳجهه آهي.

"الانسان سري و انا سره"
انسان منهنجو ڳجهه آهي مان انسان جو ڳجهه آهيان.



موج ۽ دريا ۽ حباب ڪڙا ڪيا = جڏهن هيڪڙائي واري دريا ۾ جنهن کي بحر يا مطلق هستي ٿو سڏجي پاڻ کي پڌري ڪرڻ لاءِ جنبش پيدا ٿي تڏهن انهي مان هي مايا (ڪثرت) پيدا ٿي. جا پاڻي جي ڦوٽي مثل آهي. جيئن ڦوٽو پيدا به پاڻي مان ٿو ٿئي ۽ وري گم به انهيءَ ۾ ٿو ٿي وڃي. تيئن هي خلق به انهيءَ هيڪڙائي جي درياهه مان پيدا ٿئي ٿي ۽ فنا به انهيءَ ۾ ئي ٿئي ٿي.

پنهنجي پاڻ پسڻ جي ڪارڻ = پاڻ کي ڏسڻ لاءِ ڏاهه اکين ٿو ناهي = لکين قسمن جي خلق ٿيو پيدا ڪري. خالق هڪ ئي آهي. مثلاً هڪ انسان ئي انسان کي ڏسي ٿو، ته اهو ڏسندڙ پنهنجي طرفان ڪان اهو ساڳيو "خدا" آهي ۽ هي انساني وجود رڳو آهي وچ آرسي. ڇاڪاڻ ته جڏهن انسان مري ٿو وڃي تڏهن سندس جملي عضوا موجود آهن مگر رڳو انهيءَ دم (خدا) جي غير حاضري سبب نه هو ڏسي سگهي ٿو نه ڏسي سگهي ٿو ۽ نه ڳالهائي ٿو سگهي تڏهن چئبو ته اهو پڌرو

ڏسندڙ، ڳالهائيندڙ وغيره اهو آدم جو دم هو جنهن کي صوفي ”خدا“ تصور ڪرن ٿا. انهيءَ کي نه رنگ آهي نه روپ، مگر جڏهن ڪن سان ظاهر ٿئي ٿو تڏهن نورئي نور آهي.

”الله نور السماوات والارض“
(الله آڪاس ۽ زمين جو نور آهي)

وحدت = (واحد = هڪڙو کي) هيڪڙائي [ذات ۾]

احديت = [احد = هڪڙو] هيڪڙائي [صفات ۾]

ڪامل = پهچل - پورن.

سالڪ = سمجهه وارا فقير.

سرمد = هڪ زبردست صوفي ٿي گذريو آهي جو اورنگزيب جي وقت ۾ شهيد ڪيو ويو آهي. سندس تربت دهليءَ ۾ آهي.

منصور = هي مشهور صوفي ايران جي بيضا ڳوٺ ۾ ڄائو هو هندستان ۽ چين جو به سفر ڪيو اٿس. هن انا الحق [مان خدا] جو نعرو هنيو تنهن ڪري مُلن سوليءَ تي چاڙهيس.

شيخ عطار = نيشاپور ۾ هي صوفي پيدا ٿيو هو. ظاهر باطن علم ۾ لاثاني مڃيو ويو آهي سچل سرمست جو روحاني مرشد هو.



ڏڪريا = هي هڪ اوتار ٿي گذريو آهي جنهن کي مخالفن مٿي ۾ ڪرت وجهي چيلهه تائين چيرائي ٻه اڌ ڪيو هو.

ڪرت = [اصل لفظ ڪروت] ڪارائي.

يوسف = حضرت ايوب پيغمبر جو پٽ هو. هو پاڻ به پيغمبر ليکيو وڃي ٿو. حسن ۾ لاثاني هو. ڀائرن کيس دشمني ڪري کوهه ۾ اڇلائي ڇڏيو هو جاڪاڻ ته هو پيءُ کي سڀني کان پيارو هو. اتان هڪ سوداگر ڪڍي مصر جي بازار ۾ پاڻهو ڪري وڪيس. بي بي زليخا جا پڻ نهايت حسين ۽ مصر جي هڪ دولتمند عورت هوئي سا سندس حسن ڏسي مٿس ڇڪجي ٿي پئي ۽ کيس چڱن ٽڪن ۾ خريد ڪري پاڻ وٽ رکيو. سندن محبت انهيءَ وقت جي مذهبي قانون موجب هلندي رهي. يوسف زليخا جو قصو فارسي اردو، پنجابي ۽ سنڌيءَ ۾ پڻ گهڻو چيل آهي.

شمس = پورو نالو اٿس شمس الحق هو ايران جي تبريز شهر جو رهاڪو هو. تنهن ڪري کيس شمس تبريزي ڪري سڏيندا آهن. ملتان

شهر ۾ آيل آهي. ملڻ سندس ڪلُ لهرائي هوئي جو هن پاڻ کي خدا ٿي سڏيو.

چڙهيو ڪفر صنعان وجهائي = اهو الله ڏانهون هوئين جو صنعان فقير جي ڳچيءَ ۾ ڪفر جو چڙهيو (ڏاڱو) وڌو هيئي.

چڙهيو ڪفر = لعنت جو طوق (هار) — خلق جي جٽ ڦٽ.

صنعان = صنعان پنهنجي وقت جو هڪ وڏو درويش ٿي گذريو آهي شيخ عطار جو مرشد هيو. هو هڪ گهر جي ڌيءَ تي اوچتو عاشق ٿي پيو هو جنهن جا هو سوئر چاريندو وتندو هو. آخر سندس چيلو شيخ عطار پنهنجي آتمڪ ٻل جي زور تي پنهنجي گروءَ کي اتان آزاد ڪري ڪڍي ويو آهي. اهڙي ٻل کي فقير "خلہ روحي" سڏيندا آهن. اهو طريقو عاليٰ درجي جي فقيرن کي معلوم آهي جي روح [آتما] بدلائي سگهندا.

بلي شاه = اپي جي طرف جو هڪ نهايت درويش درويش ٿي گذريو آهي سندس پتا سخت ملان هو جنهن کيس طرحين طرحين تڪليفون



ڏنيون آهن. آخر ملڻ هٿان ماريو ويو آهي.

ذبح ڪرن = ڪهڻ - قتل ڪرڻ.

بلاول = شاه بلاول بہ خدائي ڌرمنيو هو جنهن تي ملڻ کيس گهاڻي ۾ وجهي پيڙايو هيو. چون ٿا تہ پيڙجڻ وقت سندس هڏين جي آواز مان بہ انا الحق (مان خدا) جو آواز ٿي نڪتو.

شاه عنايت = ڪلهوڙن جي واري ۾ هي سرويچ عاشق سنڌ جي جهوڪ شهر ۾ ٿي گذريو آهي اهو مغلن جي بادشاهت جو زمانو هو سندس شهادت جي هڪ عجيب ڪهاڻي آهي جا ممڪن آهي تہ حق جي وات ويندڙن ريءَ ٻيا مشڪل وسهن. چون ٿا تہ شاه عنايت جڏهن عارفي ۾ چوٽ ڪيو تڏهن اچي خيال ٿيس تہ هينئر عشق جو مارگ بہ تہ ماڻي ڏسان. سو عمل (سڏيءَ) جي زور تي هن مغلن جي گهراڻي مان هڪ مهرالنسا چوڪر کي پاڻ وٽ حاضر ڪري مٿس نيڻن جو نظارو ڪرڻ لڳو. هميشہ رات جي غير حاضري مهرالنسا

جي مائٽن کي تشويش ۽ الجهن ۾ وڌو،
آخرڪار هڪ ڳالهه ڇوڪري کان سموري حقيقت
پڇائون ڇوڪري سموري حقيقت سڻائين.
تهن تي مغل شاهه ڪاوڙ مان ڪلهوڙن کي لکي
موڪليو ته شاهه عنايت جو سر سرڙي دهلي
موڪلي ڏيو. مغلن جي ڏاني ڪلهوڙن
يڪدم حڪم جي تعميل ڪئي. جڏهن ته
جڏهن شاهه عنايت جو سر دهلي پهتو تڏهن
مهر النساء کين محل جي دري مان درويش
دلبر درويش، جي درشن لاءِ اکي ليو پاتو.
عاشق جي سر تي، محبوب جي نظر جو پوڻ
۽ عاشق جي سر ۾ اليڪٽري پيدا ٿيڻ سان
منجهائنس هيئنيون الستي آواز نڪرڻ.

جي — "سر بقدم يار فدا شد چه بجا شد
اين بار گران بود ادا شد چه بجا شد"

يار جي قدمن تان هي سر صدقي ٿيو پر ڇا بجا ٿيو.
مون تي هي بار ڳرو هيو جو پورو ٿيو پر ڇا بجا ٿيو.
(ڪجهه به نه ٿيو)

ڪفر زلف .... اسلام = ڪفر ۽ اسلام ٻئي اسان



جائي آهن. جي ڪفر اسانجا وار آهن ته اسلام
اسانجو منهن آهي يعني ٻئي لازم ملزوم آهن.
مطلب ته جي ڪفر اسانجو حسن آهي ته
اسلام اسان جي صورت آهي. منهن جو حسن
وارن سان ئي آهي.

ول ول = وري وري. هر هر
پورن = وره جي ويچارن — اندر جا امنگن،
ڳڻتين.

پير مغان = وڏو مرشد. مرشد جو مرشد. ستگرو
مغ = آتش پرستن جو مذهبي پيشوا يا پير. وڏو
آستان = جاءِ. مڪان. ٽڪاڻو.
بانڪا = (بانڪ — بي پرواهي) بي پرواهه. جوڌا.
ورد ۽ وظائف = مقرر ڪيل نفلي عبادت.
اها عبادت جا فرضي ناهي.
آرنيا — جذبا. جوش. شعلا. ڀڙڪا.
خدا جون خواستان — خدا جون گهرون.
ڪرتون .... راستان — جڏهن سنسار جي سکن
۽ مايا جي موهه کان منهن موڙيندين تڏهن
توکي رب جي سچي راهه حاصل ٿيندي.
راستان — (راست — سچي) راست. تان —
تڏهن سچي.

دنيا — (دون — ڪميڻي - نهچ) نيچ خيالن واري چيز — هيءَ جڙتي مايا.

عقبيٰ — (عقب — پوئيان لڳو) جو وقت هن دنيا جي وقت کان پوءِ ايندو- پرلوڪ. قيامت

غمزو — اک جو اشارو- محبت جتائڻ. هٽ عشق.

غير — ٻيو.

ذاتي — اصل نوراني.

صفاتي — (صفات — ان مٽيءَ ڪوش) عنصري (تتن) جو تيار ٿيل.

نفسي، سري، خفي، اخفا — هي چار ئي لطيفا آهن جن کي هندو آستان ڪري ڪوٺيندا آهن انسان جي وجود ۾ اهي جون جايون دل — سينو- پيشاني ۽ چوٽي يعني تارون آهي اهي دم يعني سواسن جي رستي ڪمائيا آهن (ڏسو صفحه ١٤٧ - ١٤٨)

قلب — (ڦرندڙ چيز) دل.

نوٽ - ٻار جو وجود جڏهن پيٽ ۾ تيار ٿي رهي ٿو تڏهن اول قلب پنهنجي حرڪت شروع ڪري ٿو جنهن جي دواران دم شروع ٿئي ٿو. انهي کان سواءِ



اخلاقي طرح به هي انسان جي دل هڪ هنڌ ٽڪاءُ ڪين ڪندي آهي ٿهڪري: ڪمس قلب (ڦرندڙ) ڪوٺيو ويو آهي.

منصب = درجو.

ڪاڻ تماشي.... حرب = هي حج طرف اشارو آهي ته ڪيترا اهڙا لوڪ آهن جي حج تي به رڳو تماشبين ٿي وڃن ٿا مگر الله جي اڪير اندر ۾ ڪا نهين.

عجب = عجب ۾ وجهندڙ نمونا - ڪانيون ڪرامتيون.

ڪسب = ڌنڌو.

نماز = مسلمانن جي فرضي عبادت (نماز کي عربي ۾ صلاة چوندا آهن).

آغا = عربي ۾ آهي "آقا" فارسيءَ ۾ "آغا" سنڌيءَ ۾ آڪا = مالڪ.



# باقي پل نپامو

| غلط | برابر | صفحو |
| --- | --- | --- |
| شهر | شعر | ۲۰ |
| الفرض | الغرض | ۳۲ |
| خوف کاک | خوف ناک | ۳۸ |
| گوفتگو | گفتگو | ۴۲ |
| شيده | پوشيده | ۴۸ |
| طرقو | طريقو | ۶۰ |
| پاطي | پارط | ۹۸ |
| جزبي - جزبو | جذبي - جذبو | ۱۰۴ |
| ستارو | سارو | ۱۱۷ |
| نشيني | نشين | ۱۱۸ |
| اولا | الاه | ۱۲۰ |
| اتلو | التو | ۱۴۲ |
| کنا | کنان | ۱۶۰ |
| منهجو | مهنجو | ۱۷۴ |
| پنکوڙين | پينکوڙين | ۱۸۹ |
| روپ | روپ | ۲۰۴ |

| غلط | برابر | صفحو |
|---|---|---|
| زيردسعي | زيردست | ٢٠٥ |
| صوفي | صوفي | ٢١٤ |
| اليوين | ايوين | ٢٢٥ |
| ماصب | صاحب | ٢٣٦ |
| رحمت | رحمت | ٢٤٤ |
| بکن | کن | ٢٥٦ |
| خالو | خاني | ٢٦٤ |
| معدو | معدوم | ٢٧٦ |
| نماطي | نماطي ميس | ٢٨١ |
| اختصا | اختصار | سرن جي ترتيب |
| ڪيتن | ڪينن | ١٣ (سرآسا) |
| جئن | جيئن | ١٨ (سرآسا) |
| بالحق | باالحق | ٢٢ " |
| عنائت | عنايت | ٢٦ سرڪجهري |
| ڪند | ڪنڊ | ٣٥ پيروي |
| اوچتي | اوچتي | ٣٥ " |
| تسبي | تسبيح | ٣٨ " |
| مچي | مچي | ٣٩ " |
| هين | منجي | ٨ :ڪوهياري |



| غلط | برابر | صفحو |
|---|---|---|
| پوتيون | پوتيرن | ٨٥ سرسارنگ |
| ٿنجي | ٿنجا | ٩٧ راڻو |
| ڪونتر | ڪنور | ٩٨-٩٩ سر راڻو |
| آر | عار | ١٠٥ سرڪاريهر |
| لچ | لڇ | ١١٣ سرڪليان |
| جائچ | جاڻچ | ١٣٨ سرسورٺ |
| چاڙهي | چاڙهي | ١٤٠ " |
| اتن | اتم | ١٦٩ سرڪنيات |
| پند | پنڌ | ١٨٠ سر جوڳ |
| سجان | سجان | ١٩٨ سرمالڪوس |
| سچل سرمست | مالڪوس | ٢٠١ " |
| مالڪوس | سچل سرمست | ٢٠٢ " |
| سچل سرمست | مالڪوس | ٢٠٣ " |
| اڇي | رڇي | ٢٠٥ متفرق ڪلام |
| ڊ | ۽ | ٢١٢ " |
| جهٽيو | جهٽيو | ٢١٥ " |
| پڇائي | پڇائي | ٢١٥ " |
| ساڱا | سانگا | ٢٢٢ سرائڪي شعر |
| ڪينوني | ڪيتوئي | ٢٢٥ " |



آغا صوفي درازي
( مهتمم "سچل سرمست" )
شڪارپور سنڌ



| غلط | برابر | صفحو |
|---|---|---|
| آبڪار | آشڪار | ٢٣٠ فارسي شعر |
| ڊ | ۾ | ٢٣٨ صوفي اصطلاح |
| دڪرو | هڪرو | ٢٤٧ " |
| نيشاني | نيشان | ٢٨٤ شرح معنيٰ |
| خطاب | خطاب | ٣٢٥ " |

## نوٽ

صفحه ٢٦٥ جي آخر ۾ جيڪا ٻيل نامي جي ست ڇپيل آهي سا غلط جاءِ تي اها ٣٦٥ صفحه ۾ آيل آهي.